امڪان محدود هوندو آهي. اهڙو شاگرد والدين جي
سڌارڻ لاءِ ابياس ڪارائتو ٿيندو آهي ۽ ليڪچري من جي
ورتيءَ کي سولائيءَ سان اندر ايڪاگر ڪري سگهندو آهي.
اهڙي سهل ۽ شاگرد سمجهه ابياسيءَ کي گهرجي ته پنهنجي
من کي اسٿر رکي پنهنجي خيال کي شو نيتر ۾ ايڪاگر ڪري.

هندو جن وڏيڪ ارمار ۽ ڌيان ڏني ٻڌو ته اسانجي
شرير ۾ من ۽ آتما جو استان اکين جي ڀروان آهي. جيئنڪي
ليسوا تل، تين اک، شرلوتر، اشٽ دل ڪمول يا مٺ سرندا
ڪري سڏيو ويو آهي. هيءَ اها ئي جاءِ آهي جتان اسانجو من
۽ آتما شرير جي اون دوارن ذريعي دنيا ۾ ڦهلجي وڃن ٿا.
اهي نو دوار آهن، ٻه اکيون، ٻه ڪن، ٻه نالاسڪارون، وات
۽ ٻه هيٺيان دوار. اسانکي پنهنجي ڦهليل خيال کي سڀني
طرفن کان سميٽي انهيءَ مرڪز ۾ ايڪاگر ڪرڻو آهي. ان
ڪرڻ ۾ پنهنجي من کي آتمي ڪل شانتي ۽ آنند
ڪري پيارو آهي.

سنتن مهاتمائن ان منزل مقصود کي حاصل ڪرڻ لاءِ من
جي سڀاءَ جو پورو ابياس ڪري ڏٺو ته هيءَ من هر وقت
سنساري پدارٿن جو سمرڻ ۽ ڌيان ڪندو رهندو. لوهان
سڀني اهو ڏٺو هوندو ته لوهه ۾ ڪل شانتي ۽ خاموش ويٺا
هونديا آهيون ته لوهنجو من اندر ئي اندر ڪجهه نه
ڪجهه سوچيندو رهندو آهي، ڪجهه نه ڪجهه دهرائيندو
رهندو آهي يا ڪجهه نه ڪجهه واچار ۾ غلطان هوندو
... ر اسٿر ڪونه رهندو آهي. هو هڪ پل ۾
... يءَ وسعت ڏاڍي دوڙندو ئي رهندو.
... جو ... ونندا آهن. هو من کي
... جي جاءِ پرماتما جي بوکر ناس جي

سمرن ۾ لڳائين ٿا. سنت مت جي ابياس ۾ پهريان ۽ مکيه ڳالهه آهي پرماتما جو سمرن. ۾ سمرن هجي لڳاتار ۽ اَتوٽ جيئن من کي هيڏانهن هوڏانهن ڀٽڪڻ جو موقعو نه ملي. ان مهل پنهنجو خيال ٻنهي نيترن جي وچ ۾ جمائي رکڻ گهرجي. اها ساڌنا ڪنهن به مهل ۽ ڪٿي به شانتيءَ سان ڪري سگهجي ٿي ۽ ان ۾ ڪا به تڪليف يا ڪٺنائي ڪانهي. ان ابياس بابت مڪمل هدايتون دکشا ڏيڻ وقت ڏنيون وينديون آهن.

توهان اهو ڏٺو هوندو ته من جنهن به شيءِ جو خيال ڪندو آهي ته ان شيءِ جو آڪار ۽ روپ به اڳيان ڏسندو آهي. ان کي چئبو آهي، "ڌيان." سنت سنسارڪ پدارٿن جي ڌيان جي بجاءِ گوروءَ جي ڌيان ڪرڻ جي هدايت ڪن ٿا. گورو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا:

"اڪال مورت هيءِ ساڌ سنتن کي،
تاهو نيڪي ڌيان کو."

ارٿات سنتن جو امر ۽ ابناسي سروپ من کي ٽڪائڻ لاءِ آڌر ساڌن آهي.

ڌيان کانپوءِ انهد شبد يا الاهي آواز کي ٻڌبو آهي. ٿوري ۾ چئجي ته آتمڪ ابياس جو اهو ئي سار آهي. پهريان سمرن، پوءِ ڌيان ۽ پوءِ ڌن يعني آتما کي ان اڌگيت سان جوڙڻ. سمرڻ ذريعي اسين پنهنجي خيال کي ٻاهريان پدارٿن مان سميٽي ٽيسري تل ۾ ايڪاگر ڪريون ٿا، ڌيان ڪرڻ سان اسانجو خيال ان مرڪز تي ٽڪجي ٿو ۽ انهد شبد جي سهاري اسانجي آتما اوچن منڊلن ڏانهن پرواز ڪري ٿي.

پادري پروفيسر چيو ته اها ڳالهه صحيح معلوم ٿئي ٿي ۽ دل کي لڳي ٿي.

امڪان ڪونہ ھوندو آھي. اھڙو شانتمئہ واتاورڻ پڻ
سمرڻ لاءِ نھايت ڪارائتو ٿيندو آھي ۽ تنھڪري من جي
ورتيءَ کي سرلتيءَ سان اندر اڪاگر ڪري سگھبو آھي.
اھڙي سيتل ۽ شانت سميہ اڀياسيءَ کي گھرجي تہ پنھنجي
من کي اسٿر ورتي پنھنجي خيال کي شو نيتر ۾ اڪاگر ڪري.

حضور جن وڌيڪ فرمايو تہ ڌيان ڏيڻ سان اھو تہ اسانجي
شرير ۾ من ۽ آتما جو استان اکين جي پويان آھي. جنھنکي
تيسرا تل، ٽين اک، شونيتر، اشٽ دل ڪنول يا نقطہ سويدا
ڪري سڏيو ويو آھي. ھيءَ اھا ئي جاءِ آھي جتان اسانجو من
۽ آتما شرير جي نون دروازن ذريعي دنيا ۾ ڦھلجي وڃن ٿا.
اھي نو دروازا آھن، ٻہ اکيون، ٻہ ڪن، ٻہ ناسڪائون، وات
۽ ٻہ ھيٺيان دروازا. اسانکي پنھنجي ڦھليل خيال کي سڀني
طرفن کان سميٽي انھيءَ مرڪز تي اڪاگر ڪرڻو آھي. ان
ڪمند لئي پنھنجي من کي آڻي بلڪل شانت ۽ اڏول
ڪري ڇڏڻو آھي.

سنتن مھاتمائن ان منزل مقصود کي حاصل ڪرڻ لاءِ من
جي سڀاءُ جو ھڪڙي اڀياس ڪري ڏٺو تہ ھيءُ من ھروقت
سنساري پدارٿن جو سمرن ۽ ڌيان ڪندو رھيو. توھان
سڀني اھو ڏٺو ھوندو تہ توھين بلڪل شانت ۽ خاموش وينا
ھوندا آھيو تڏھن بہ توھانجو من اندر ڪي اندر ڪجھہ نہ
ڪجھہ سوچيندو رھندو آھي، ڪجھہ نہ ڪجھہ دھرائيندو
رھندو آھي يا ڪنھن نہ ڪنھن وچار ۾ غلطان ھوندو
آھي. من ڪڏھن بہ اسٿر ڪونہ رھندو آھي. ھر ھڪ پل ۾
ھر ھڪ وستو کان ٻيءَ وستو ڏانھن ڊوڙندو ٿي رھيو.
سڀ من جي ان عادت جو واقف ٿيندا آھن. ھو من کي
دليري سان سمرن ڪرڻ جي بجاءِ پرماتما جي پوتر نامن جي

آهن. پر ماڻهپي کي پنهنجي لئه صرف هن انساني جامي جي اصلي
مقصد يعني پرميشور پراپتيءَ لئي رکڻ جڳائي. جيڪي مڻش جي
ڏر مستڪ ۾ اڪيل آهي، اهو هڪڙي اوس ملندو ۽ انهيءَ
ڪري ڪيس رضا تي راضي رهڻ گهرجي. اميري غريبي،
سک دک، مان اپمان، بيماري تندرستي، رنج ۽ راحت
مطلب ته جيڪي انسان کي ملڻو آهي اهو اڳيئي پنهنجي
للاٽ ۾ لکائي آيو آهي.

راءِ روشن لعل حضور جن کي عرض ڪيو ته ستگورو جي!
توهان سنت مت جي اڀياس بابت ڪجهه ٻڌائڻ چاهيو ٿي.

حضور جن وراڻيو ته ها ٿورو مضمون بيو اچي ويو.
ساڌڪ کي سڀني ڳالهين کي دل مان ڪڍي، ڪنهن ايڪانت
استان تي يا گوڏ بڪيڙي کان پري ڪنهن ڪمري ۾ ويهڻ
کپي. سج اڀرڻ کان ٻه ٽي ڪلاڪ اڳ واري سمي
کي هندو شاسترن "برهم مهورت" سڏيو آهي. اهو وقت
ڀڳتيءَ لاءِ بي مثل آهي. هونءَ ته سمورو وقت ئي پرماتما
جو آهي ۽ اڀياسيءَ کي جنهن به وقت سهوليت لڳي ان وقت
مالڪ جي ياد ۾ ويهي سگهي ٿو پر امرت ويلي اٿڻ ڪرڻ
۾ ڪي خاص خوبيون آهن جي ٻئي ڪنهن وقت ۾ نٿيون
ٿي سگهن.

سوال صبوح جو اسانجو تن توڙي من رات جي آرام
ڪرڻ بعد تازو توانو رهي ٿو. اڃان ڏينهن جون چنتائون
۽ ڪم ڪارون اسان کان وسري ويون ٿيون. تنهن ڏينهن
جي ڪم جو بوجهه اسانجي من تي اڃا غالب ڪونه هوندو
آهي. چوڌاري شانتي ۽ سن سنات هوندي آهي. آمد رفت
جو شور غل به ڪونه هوندو آهي ۽ ٻار به سمهيل هوندا آهن.
ان مهل ڪنهن به اوچتي مهمان يا ملاقاتيءَ جي اچڻ جو

ڪن خاص ڪرڻ بولڻ جو اڀياس ضروري آهي. نام دان
ڏيڻ وقت ٻڌو ن اها ڳالهه چڪپاسوءِ ڪي سمجهائي ويندي
آهي ته هيءَ روحاني اڀياس صرف پرماتما جي پائڻ لاءِ
ڪرڻ گهرجي ۽ ان سساري سکن ۽ نعمتن لاءِ.

ٻڌو اسٽر سوال ڪيو ته حضور! ڪوبه اهي روحاني
ساڌنائون ڪري من جون مرادون پائي سگهي ٿو ڇا؟ الهن
ڪرڻ سان ڇا لوهڙ حاصل ٿئي ؟

حضور جن فرمايو، "دنيا ۾ ڪيترائي ماڻهو ڌن دولت
رڌي سڌي، ۽ شڪتي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيترن ئي قسمن
جا منتر جپن ٿا ۽ ساڌنائون ڪن ٿا پر سچي متلاشيءَ کي
پنهنجي زندگيءَ جو مول مقصد صرف پرماتما جي پراپتي
رکڻ گهرجي. در اصل، هي انمول مانش چولو ماڻڪ صرف
پنهنجي ملڻ لاءِ مقرر آهي.

نوجوان ٻڌو اسٽر پڇيو ته الهن ساڌنن سان ڌن دولت يا
عهدو حاصل ڪري سگهجي ٿو ڇا؟

حضور جن وراڻيو ته ها، سسار جو اڇائون پوريون
ڪرڻ لاءِ الڳ الڳ منتر ۽ الڳ الڳ ساڌنائون
ندڙون آهن.

ٻڌو اسٽر پڇيو، حضور! ڪجهه به حاصل ڪري سگهجي
يوءِ چاهي سندر استري هجي يا اڻ ميو ڌن؟

حضور جن فرمايو ته اهي سڀ شيون ملي سگهن ٿيون پر
ڪي ان لاءِ وڏي قيمت چڪائڻي پوندي ۽ سائڻي
لوهالجي ڪرمن جو بوجهه ڀڻ ڀاري ٿيندو. اهي اڇائون
الجي جنم مرڻ، بندن ۽ ڪليش جو ڪارڻ آهن.
جي کوجيءَ کي ڪڏهن به سساري پدارٿن جي اڇا
ڪهي. اهي هن روحاني راهه ۾ وڏا روڙا ۽ رنڊڪون

## ٥. سنت مت جون روحاني ساڌنائون

ٻئي ڏينهن صبوح جو سويري حضور مهاراج جن جي ڪوٺيءَ ۾ پهچي ويا. ان ڏينهن ڏاڍي ٿڌ هئي. حضور جن سڄي پارٽي جو حڪم ڏنو. هنن پادرين کان پڇيو ته رات توهان آرام سان گذاري؟ انهن سڀني حضور جن جي ڪيل اعليٰ انتظام ۽ لذيذ هندستاني ناشتي لاءِ شڪر ادائي ڪئي. گيسٽ هائوس جي سامهون نديءَ جي سيري ۽ پرڀان هماليه پهاڙ جون برف سان ڇانيل چوٽيون هنن کي ڏاڍيون وڻندڙ لڳيون.

پادرين جي اڳوان چيو ته هتي جي شانت ۽ آنندمير واتاورڻ ڪارڻ من کي ڏاڍي راحت ملي ٿي.

ان کانپوءِ ڳالهيون شروع ٿيون. پادري پروفيسر چيو ته حضور! جيڪڏهن اوهين ٺيڪ سمجهو ته اسانکي ٻڌايو ته توهان جا ستسنگي پرماتما جي پراپتيءَ لاءِ ڪهڙا پرمارٿي ساڌن ۽ ڪريائون ڪندا آهن؟

نوجوان مسٽر چيو ته اهي ڳالهيون ته شايد گپت رکيون وينديون آهن.

حضور جن وراڻيو ته مان توهانکي سڀ کولي ٿو سمجهايان. پوءِ توهين پاڻ ئي فيصلو ڪري سگهو ٿا ته اسين ڪجهه گپت رکون ٿا يا نه. ڳالهه جو سلسلو جاري رکندي حضور جن وڌيڪ چيو ته پهرين اها ڳالهه ڌيان ۾ رکڻ جوڳي آهي ته نام جي دکشا وٺڻ لاءِ ڪنهن قسم جي ڪرم ڪانڊ يا رسمين بجا آڻڻ جي ضرورت ڪانهي ۽ نه ڪي وڏا وڏا منتر ياد ڪرڻا آهن. ان لاءِ ڪي ڏکيا نيم ڪونهن ۽ نڪو

جتي چاهي اُن کي اُلي مرڪاي.
لڳهن لي ڊاڪٽر پڇيو، "جي توهين ماس کائڻ جي مد
ڪرايو ته، پوءِ ڇوڙي جا ٻوٽ ۽ ٻيون ڇوڙي جون شيون
ڪم آڻڻ ڪيتري قدر جائز آهي؟"
ستگورن فرمايو، "مان انهو سمجهان ته خاص ڪري
پارس ۾ ڪو صرف ڇوڙي وڪڻڻ جي واسطي ئي جانورن
کي مارايو ويندو آهي. ڪيترا جانور قدرتي طور مرن ٿا جن
مان ڪافي ڇوڙو حاصل ٿئي ٿو. اهو نه زندگي گذر ڪرڻ لاءِ
ڪا نه ڪا سيما نشچت ڪرڻي پوندي پر اهڙا نه ماڻهو آهن
جي ڇوڙي جا ٻوٽ پائيندا ئي ڪونهن."
مشري پروفيسر چيو، "ستگورو جي! اسين توهان جا
نهايت شڪرگذار آهيون جو توهان اسان کي سنت مت جا
اصول اُلي سنڌر ۽ سرل ڍنگ سان ڪولي سمجهايا."
حضور جن پوءِ سڀني جڳياسن ڏانهن مخاطب ٿي فرمايو،
"ڪافي دير ٿي چڪي آهي، هاڻي توهين ڀلي آرام ڪريو."
مشري پروفيسر وراڻيو، "اسان هتي سياڻي نه رهڻ جو
فيصلو ڪيو آهي ۽ اسان مان هڪڙو لاهور وڃي وڏي
پادريءَ کي اُن بابت اطلاع ڏيندو."
ستگورن فرمايو، "اسان سڀ صبح جو توهان سان ڳالهائينداسين."

وڌڙ ور وکنهن کا موج مزي لاءِ مارڻ جو حساب اوس ڏيڻو پوندو.

پادري پروفيسر پڇيو ته ڀلا ڪتا، سهڻا، مڪڙ، لڏيون ۽ ڪيڙا ماڪوڙا جيڪي فصل کي برباد ڪيا ڪن، انهن جو ڇا ڪجي؟

حضور جن وراڻيو ته توهين انهن کي ماري سگهو ٿا. جڏهن ان برائن مان هڪڙي چونڊڻي پوي ته وڏي برائيءَ کي ڇڏي ڏيڻ کپي. آتم رکيا لاءِ نانگن، شينهن ۽ چيتي جهڙن خطرناڪ جانورن کي مارڻ ۾ پاپ نٿو لڳي.

پادريءَ پڇيو ته ڪڏهن ماس کائڻ به ته ضروري ٿيندو آهي؟

حضور جن وراڻيو ته ماس کائڻ سان ماڻهوءَ جي دل ڪٺور بڻجو پوي ۽ هنجو ٻين جيون ڏانهن رخ نردئي ٿيو پوي. ماس کائڻ ڪري ديا ۽ ڪوملتا جون ڀاونائون نشٽ ٿي وڃن ٿيون ۽ روحاني چڙهائيءَ ۾ وڏو وگهن ٿو پوي.

ڊاڪٽر وري پڇيو ته حضور! جن جانورن جو ماس کائون ٿا، اسين ته پاڻ انهن کي سرشٽ جونين ۾ پهچائڻ ۾ سهائڪ بڻجون ٿا.

اهو ٻڌي حضور جن ٽهڪ ڏيئي فرمايو، ”جڏهن توهين ڪنهن جانور کي ماري اُن جو ماس کائو ٿا تڏهن توهين صرف انهيءَ کي جسماني طور نقصان پهچايو ٿا پر انهيءَ جي آتما تي توهان جو ڪوبه ڪنٽرول نٿو رهي. روحاني ترقي ته آتما جي ٿيندي آهي، شرير جي نه. توهين ٻڌايو ته جنهن جانور جو ڪو ماس کائي ٿو ته انهيءَ جي آتما جي اُنتيءَ جي باري ۾ ڪو هو فيصلو ٿورو ئي ڪري سگهي ٿو؟ اهو فيصلو انهيءَ عرشي طاقت جي هٿ ۾ آهي ۽ هوءَ

آهي، انهن هن طرح ڪيو ته اهڙيون شيون ڪالهه جن کي
گهٽ ۾ گهٽ ٻيڙا جو احساس ٿئي ۽ اهڙي طرح گهٽ ۾
گهٽ پاپ لڳي. تنهنڪري هنن واشو پوڄڻ اختيار ڪيو.
ساڳئي سوزان لسا ڦل ڦروٽ ۾ درد ۽ ٻيڙا محسوس ڪرڻ
جو مادو قرب هوندو ٿي ڪونهي. اهي ٻين جيون
والڪر لڪي جيڻن، لڪي چلائن. سنت فرمائين ٿا ته ڪاڏي
بعير زياده رهي نٿو سگهجي تنهنڪري بهتر آهار اهڙو
رکو جيئن جي ورالڙ سان ڪرڻ جو سوچ گهٽ ۾ گهٽ
لڳي ۽ اهڙي سنسار کي ڇڏڻ جو آدم ڪرائو جنسي جيو
هنسا ڪرڻ بنا رهي نٿو سگهجي! جو توهان جو "اصلي
گهر" ڪونهي.

نوجوان پٿر اسٽر پڇيو ته حضور! ڪال اهڙو عجيب انتظام
جو ڪيو آهي؟

حضور جن فرمايو ته ڪال هن سنسار جو حاڪم آهي، هو
نٿو چاهي ته هنجي ان جيلخاني مان هڪ به آتما آزاد ٿي
نڪري وڃي، هو هڪ هڪ آتما لاءِ خرفيات جنگ جوڙي ٿو.

پادري پروفيسر چيو ته حضور! توهان جو چوڻ آهي ته
شڪار ڪرڻ، مڇي مارڻ ۽ سڀ ڪنهن قسم جي جيو هنسا
خراب آهي. پلا جيتي ۽ واڳهه کي مارڻ به خراب آهي؟

حضور جن وراڻيو ته اهو حالتن تي مدار ٿو رکي. جانورن
کي مارڻ ۽ انهن لي طام ڪرڻ خراب آهي پر ڪڏهن اهڙو
موقعو اچي ٿو جڏهن توهانکي انهن کي مارڻو ٿي پوي ٿو.
سمجهو ته هڪڙو چيتو آهي جو توهانجي شهر ۾ ڦسوٽ لاءِ
هڪ قاتل آزار ٿئجي ٿو. هو توهانجا جانور ڪٽجي وڃي ٿو ۽
ڪوٽ جا ڪيترائي ماڻهو ماري ٿو. اهڙين حالتن ۾ هن جو
خاتمو ڪرڻ جائز ٺهرائي سگهجي ٿو. پر جانورن کي محض

آهي. باقي ٻيا چار تت بلڪل ٿوري انداز ۾ هوندا آهن ۽ دٻيل هوندا آهن. انهيءَ ڪلاس ۾ ساڳي سبزي، وڻ ٽڻ اچي ٿا وڃن ۽ انهن ۾ پاڻيءَ جو تت مکيه هوندو آهي. ڪي اهڙيون ٻاجهون هونديون آهن جي سڪاڻ سان ڏهين ٻتي وڃي اڀنديون آهن.

٢. ٻئين ڪلاس ۾ آهي جيو اچي ٿا وڃن جن ۾ ٻه تتو اگني ۽ پرٿوي پرڌان هوندا آهن، جهڙوڪ جيت جنتر، ڪوتا، ٻلائون وغيره.

٣. ٽئين ڪلاس ۾ اچن ٿا پکي ۽ پرندا جن ۾ ٽي تت- جل، اگني ۽ هوا پرڌان هوندا آهن.

٤. چوپايا جانور چوٿين ڪلاس ۾ ٿا اچن جهڙوڪ ڳايون گهوڙا وغيره. هنن ۾ آڪاش يعني ٻڌيءَ جي تت کان سواءِ باقي ٻيا چارئي تت هوندا آهن ۽ اهو ئي سبب آهي جو جانورن ۾ ٻڌي يا سمجهه گهٽ هوندي آهي.

٥. پنجين ڪلاس ۾ آهي انسان جنهن جي شرير ۾ پنجئي تت پوري ميزان ۾ موجود آهن.

انڪري ماڻهوءَ کي مارڻ جي سزا موت آهي پر گهوڙي يا ڪتي کي مارڻ جي سزا موت ڪانهي. توهين ان جانورن جي مالڪ کي عيوضو ڏيئي راضي ڪري سگهو ٿا. جيڪڏهن توهين ڪو پکي ٿا ماريو ته ان جو پاپ ڪتي کي مارڻ جي پاپ کان گهٽ آهي. ساڳئي وقت جو پاپ هڪ ڪوئي يا سهي کي مارڻ سان لڳي ٿو، اوترو هڪ گل پٽڻ يا گجر ڪاٽڻ سان ڪين ٿو لڳي. انڪري جڏهين پراچين رشين منين ڏٺو ته ڪال هن سنسار جو انتظام ائين ٿي ٺاٺي رکيو آهي ته هڪڙو جيو ٻئي جيو کي کائڻ سان ئي زنده رهي سگهي ٿو ۽ ساڳئي وقت جيو هنسا ڪرڻ ۾ مها پاپ

ڪندو. جانورن جو ماس کائڻ سان انسان جي اندر پرشٽ
لبر پوي ۽ هو جانورن جهڙو ٿي ظاهر پوي.

پروفيسر وواليو ته اسين ٻڍهين کان وٺي ماس کائيندا
آيا آهيون. هاڻي اهو ڇڏڻ اسان لاءِ ڪيڏو نه مشڪل ٿيندو!

حضور جن فرمايو ته جتي چاهه آهي اتي راهه آهي ۽ مالڪ
الهه جي مدد ۽ سهايتا ڪري ٿو جي ليڪي ۽ دنيا جي
مارگ تي هلڻ جا چاهڪ آهن. سوين امريڪا ۽ يورپ جا
ستسنگي آهن جي وشنو ڀوجن وٺن ٿا ۽ ڪابه ڏکيائي
محسوس ڪان ٿا ڪن.

پادري پروفيسر چيو ته پرماتما جي پيار خاطر اسان کي
ڪجهه نه تياڳ ڪرڻو ٿي پوندو.

نوجوان ٽرسٽر چيو ته سنتن ته الين ته ڇو آهي ته وڻ
ٽڻ ۽ سائي سبزي ۾ به جان ۽ چيتنتا آهي.

حضور جن فرمايو ته اها حقيقت آهي. جيڪو ڪڻڪ جو
داڻو اسين کائون ٿا ان ۾ جان آهي. گورو نانڪ صاحب
فرمائن ٿا. ”جيتي دالي ان ڪي جيئا ٻاجهه نه ڪوءِ.“
مولانا روم صاحب جو ڪلام آهي ”سنگ گاه وانگر مان ڪيترن
دفعا پيدا ٿيو آهيان ۽ چوراسي لک جوڻين ۾ گهمون الخ.“
پر جيون جي چيتنتا، محسوس ڪرڻ جي شڪتي ۽ وڪاس
۾ تفاوت ٿيندو آهي ۽ انڪري ڪنهن به ساهواري کي کائڻ
جو پاپ ان مطابق لڳي ٿو جيترو اهو دک ۽ ڪشٽ محسوس
ڪري ٿو. مان ان حقيقت کي وڌيڪ صاف ڪريان ٿو.
ڪري ڌيان ڏيئي ٻڌو. هن ساري رچنا کي پنجن درجن ۾
ورهائي سگهجي ٿو. تتن جي زيادهه يا ٿوري مقدار ۾ هئڻ
ڪري سنسار ۾ پنجن قسمن جا جيو آهن.
١. ٻوٽن ڪلاس جي جيون ۾ صرف هڪ تت مکيه هوندو

ڪيائون ته ڪنهن به پراڻيءَ کي ڏک نه ڏيو. گرو ارجن ديو
مهاراج جن کي جڏهن خبر پيئي ته ڪي ستسنگي انهيءَ حڪم
جي پوري طرح بجاوري نٿا ڪن ته هُن خود انهيءَ حڪم
کي دهرائيندي آکيا ڏني ته گرو نانڪ صاحب جن ڪڏهن
به اهڙي غلط اجازت ڪنهن کي به ڪانه ڏني هئي.

حضور جن انهيءَ وشيه لاءِ وڌيڪ روشني وجهندي
فرمايو ته انهيءَ حقيقت کان ڪير به انڪار ڪين ڪندو ته
جن جانورن ۽ پکين کي اسين ماريون ٿا انهن مان ڪير به
مرڻ ڪونه ٿو چاهي ۽ هر ڪو پنهنجي جان بچائڻ جي پوري
ڪوشش ڪري جيئڻ چاهي ٿو. اوهان ڏٺو هوندو ته ڪاسائي
جڏهن جانور کي ڪُٺڻ لاءِ پڪڙيندو آهي ته هو ڪيئن نه
پاڻ ڇڏائڻ لاءِ سرتوڙ ڪوشش ڪندو آهي. انهيءَ ڳالهه کان
ڪير انڪار ڪري سگهندو ته هو انهيءَ وقت سخت پيڙا
محسوس ڪن ٿا. ڇا هو پرماتما جا جيو ڪونهن ۽ هُن کي
بي رحميءَ سان ذبح ڪرڻ جي سزا پرماتما اسان کي
ڪونه ڏيندو؟

پادري پروفيسر چيو ته ها، اها حقيقت آهي ته جڏهن
اسين مرغين يا ٻين پکين کي ڪاٺيندا آهيون ته هو دردناڪ
۽ دلسوز آواز ۾ چيخندا آهن.

حضور مهاراج جن فرمايو ته جيڪڏهن اسين ۽ پکي سک
دک محسوس ڪن ٿا ته پوءِ هُن کي مارڻ مهاپاپ آهي ۽
هُن جو خالق اسانکي ان لاءِ ڪڏهن به معاف ڪين ڪندو.

پروفيسر اهي اکر وري به دهرايا ته هو ايذاءُ ته محسوس
ڪن ٿا.

حضور جن فرمايو ته جيڪو به پرماتما کي پيار ڪري ٿو
۽ هُن سان ملڻ چاهي ٿو اهو ڪنهن به جيو جي هتيا ڪين

نہ ڪي ايمن جو. (هتي پنهنجي ماس کائڻ جو مطلب آهي عبادت ۽ رياضت ڪري پنهنجي شرير کي ڏبرو ۽ پتلو بنائڻ).

مسلمان ڊاڪٽر چيو تہ ها، حضرت محمد صاحب سچي خيالي ۾ صرف چار دفعا ماس کاڌو هو. قرآن شريف جي هڪ آيت آهي تہ قرباني ڏنل جانورن جو ماس خدا کي منظور ڪين آهي پر هنن کي منظور آهي صرف ڀڳتي ۽ نيڪ پاڪ زندگي.

اني باوا هرنامسنگھ چيو تہ گورو نانڪ صاحب جن تہ ڪڏهن بہ ماس کائڻ کان منع ڪين ڪئي.

حضور جن ورائيو تہ هنن تہ بلڪل منع ڪئي آهي. ٻيو هن مولکي حڪم ڏنو تہ مون منهنجي ڪمري مان هڪڙو فارسي ڪتاب ڪڍي اچ جنهنجو نالو آهي ”دبستان مذاهب“. پروفيسر جگموهنلعل اهو ڪپورٿلا جي راجا جي لئبرري مان ڪڍي آيو هو.

مان جلدي وڃي مٿان اهو ڪتاب ڪڍي آيس ۽ اچي ستگورن کي ڏنم. هن ڪتاب کي ڪمرن ئي هندان اڳئين ۽ ڪجھ منٽ ڪالهوء باوا هرنامسنگھ کي اهو ڪتاب ڏيندي چيائون تہ هندو ليکڪ هڪ وڏو مسلمان ودوان محسن فاني هو. جو گورو ارجن ديو مهاراج جن جو سم ڪالين هو ۽ سندس ڪتاب ۾ انهيءَ وقت جو وشواس جوڳو ذڪر ڏنل آهي.

باوا هرنامسنگھ انهيءَ ڪتاب مان ٢٤٨ صفحي تان پڙهڻ شروع ڪيو جنهن ۾ لکيل هو، ”گورو نانڪ پنهنجي سکن کي ماس ۽ شراب ورتائڻ جي سخت منع ڪئي. هن پاڻ ڪڏهن ماس ڪونہ ورتايو ۽ پنهنجي سنگت کي هدايت

آئي ۽ ڪرمن جو ڀاري قرض چڙهي ٿو. ماس کائڻ سان روحاني راهه ۾ رڪاوٽ پوي ٿي."

ٻئي مسٽر وري پڇيو ته فرمائيندا هي پسون ۽ ٻڪري اسانجي کاڄ لاءِ ڪين آيا آهن؟"

حضور جن ڪليو ۽ کانئس پڇيو ته جي شينهن ۽ چيتا انسان جي باري ۾ توهان کان اهو سوال پڇن ته پوءِ توهين ڪهڙو جواب ڏيندا ؟

ٻئي مسٽر اعتراض ڪندي چيو تہ انهن کڏهن ۾ نٿو ٿي سگهي ته ماڻهو جانورن جي خوراڪ لاءِ بڻايو ويو آهي.

حضور جن وراڻيو ته جانورن جا ويچار توهانجي ويچارن کان مختلف ٿي سگهن ٿا.

نوجوان وري سوال ڪيو تہ حضور سڀ مسلمان ۽ ڪي عيسائي ته ماس ورتائيندا آهن.

حضور جن فرمايو ته ڪهن ۾ سنت پنهنجي سکن ۽ شوڪن ڪي ڪڏهن ۾ ماس کائڻ جي اجازت ڪين ڏني آهي پوءِ چاهي هو ڪهڙي ۾ مذهب، ملڪ يا وقت جو هجي. عرصي پڄاڻان، جڏهن ماڻهو انهن سنتن جون اصلي سکيائون وساري ٿا وهن ته پوءِ هنن جا شش جهڪي صرف نالي جا شش آهن، انهن مع کيل شين کي ورتائڻ شروع ٿا ڪري ڇڏان.
حضرت محمد پيغمبر صاحب جي جيون تي مون هڪ ڪتاب ۾ پڙهيو ته هن اوائلي زندگيءَ ۾ صرف ۴ دفعا ماس ورتايو هو. مولانا روم صاحب جو ڪلام آهي :-

"لهن کي گفت سلطان زمان،
لهي خود گفتا لــ لهي دگران."

يعني ان عالي سلطان (پيغمبر محمد صاحب) جنهن ماس کائڻ جي اجازت ڏني آهي، اهو لنهجو پنهنجو ماس آهي

لئي ٿو جيڪر هڪ ابياسي آتما کي، جنهنکي روحاني دکشا ملي ٿي، متن مددن ۾ پرورش ڪرڻ وقت لڳي ٿو.

نوجوان ڊرائيور چيو ته اها جيڏي ٿي مرڻ واري ساڌنا ته ڏاڍي ڪشٽ دائڪ ٿيندي.

حضور مهاراج جن فرمايو ته نه ائين ڪونهي. ٦ سالن جو ٻار به ڪامل مرشد جي رهنمائيءَ ۾ اها ساڌنا آسانيءَ سان ڪري سگهي ٿو.

پادريءَ پڇيو ته پوءِ سڀ ماڻهو ائين ڇو ڪون ٿا ڪن؟

حضور جن جواب فرمايو ته اهو سڀ انڪري جو انهن کي نڪي گرو مليو آهي ۽ نه انهيءَ کان مارگ جو پتو آهي.

ڊرائيور پڇيو، "ڇا مونکي انهيءَ روحاني راز کي ڄاڻڻ لاءِ اهڙي دکشا ملي سگهي ٿي؟ انهيءَ لاءِ ڪي شرط آهن يا ڪا خاص تياري ڪرڻي پوندي؟"

حضور جن ورائيو ته ها، ان لاءِ سڀ نشيدار شين، ماس مڇي، بيدا، مرغي يا انهن مان ٺهيل ڪيڪن، پيسٽرين کان پرهيز ڪرڻي آهي ۽ نيڪ پاڪ زندگي گهارڻي آهي.

ڊرائيور عجب وچان چيو ته ڇا ڪيڪ ۽ پيسٽريون به ڇڏڻيون پونديون! اها ته سچ پچ مشڪل ڪرڻي آهي.

دنيا جي ساگر حضور مهاراج جن مشڪي فرمايو ته ان ڳالهه جو سارو مدار آهي ته انسان ڪهڙي ڳالهه کي ڪيترو وڌيڪ مهتو ڏئي. هن زندگيءَ جون فاني ۽ ڪچيون خوشيون ڪٿي بقادار روحاني دولت!

نوجوان ڊرائيور پڇيو ته حضور! ماس کائڻ جي ڀلا جو منع ڪيل آهي؟

"جيون جي جان وٺڻ ڪري دل ڪٺور ۽ بي رحم ٿئي

صحيح ارٿ معلوم ٿيو آهي.

سنڪرون فرمايو ته هرڪو سرت شبد جو ابياسي اهو جيئري مرڻ جو مشاهدو ماڻي ٿو. موت وقت ڇا ٿو ٿئي؟ ٻاهران آتما شرير جي انگن - هٿن، پيرن، ٽنگن ڀاڱن مان سميٽجي پهرين ڇڪر يعني گدا چڪر ۾ اچي ڪٺي ٿئي ٿي. اتان پوءِ ڏاري ڏاري مٿي اچي ڪنٺ چڪر ۾ ڪٺي ٿئي ٿي. ان مهل هٿ، پير ۽ شرير ٿڌو ٿي پوي ٿو. اکين جون پتلين مٿي چڙهي وڃن ٿيون ۽ آتما اکين جي مرڪز مان پرواز ڪري وڃي ٿي. موت ائين ٿيندو آهي. ابياسي هر روز اهڙيءَ حالت مان گذري ٿو، جنهنکي جيئري مرڻ سڏجي ٿو. حضرت محمد صاحب پڻ چيو آهي ته "موتو قبلا موتو" يعني موت اچڻ کان اڳ مرو. هڪ مسلمان ڊاڪٽر چيو ته مونکي هاڻي سمجھ ۾ آيو ته حضرت صاحب جن جي ان قول جو ڪهڙو مطلب آهي.

نوجوان انٽرسٽر پڇيو ته جيڪڏهن ابياسيءَ جي آتما پڻ ۾ شرير خالي ڪرڻ کانپوءِ ان ۾ واپس نه اچي ته پوءِ ڇا ٿيندو؟

حضورجن وراڻيو ته ائين ٿيندو ئي ڪونهي. هاڻي مرضيءَ مطابق آتما اچي وڃي سگهي ٿي. اها ڳالهه ابياسيءَ جي وس ۾ آهي. هرهڪ ابياسيءَ کي مرليءَ جي دوار کي هر روز پار ڪرڻو پوندو آهي. شرير جي ٻاهرين حصن مان سميٽجي، آتما جو اندر وڃڻ، اهو سادنا جو پهريون ڏاڪو آهي. شو نيتر ۾ پهچڻ کان اڳ، مرليو جي حالت پيدا ڪرڻ يعني سرت کي شرير مان مڪمل طور سميٽڻ لازمي آهي. پراچين گريس جي مشهور فلاسافر پلوٽارڪ جو به ساڳيو انڀو آهي. هو چوي ٿو ته آتما کي موت وقت اهو ساڳيو انڀو

ڳوڙهي ڇو جو آهي ته پرماتما جا اوتار هوندا آهن.

حضور جن فرمايو ته سنت جنم مرڻ کان نيارا آهن. هو
جيستائين چاهين زنده رهي سگهن ٿا. انهيءَ مرض ۾ ڪنهن
جو به دخل ڪونهي. هنن جو موت عام ماڻهن جيان ڪونه
ٿيندو آهي. جڏهن به سنت ستگورو شرير ڇڏڻ چاهيندو
آهي ته هو ان کي ائين ڇڏي ڏيندو آهي جيئن پراڻا ڪپڙا
لاهي ڇڏبا ڪجن. هو هر روز ٽائين سمرن ڪري پنهنجي آتما
کي ارڇن منڊلن ۾ وٺي وڃن ٿا جنهن جو مطلب ٿي اهو آهي
ته هو روز مرن ٿا. هنن کي هن سنسار جو ڀنا زندگيءَ جو
ڪو به موه ڪونهي ۽ انهيءَ ڪري هو موت کان نٿا ڊڄن.
در اصل، اهڙن سنتن کي هيءَ دنيا هڪ وڏو جيلخانو
لڳندو آهي ۽ جڏهن سندن مشن يا مقصد پورو ٿئي ٿو ته
هو هن دنيا کي ڇڏي پنهنجي پرم ڌام ۾ وڃي نواس ڪن
ٿا. انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي ته جي هو چاهين ته صدين تائين
هڪ ئي شرير ۾ زنده رهي سگهن ٿا پر اهڙن ڪرشمن
ڏيکارڻ ۾ سنتن جي وڏي بلڪل ڪانه ٿيندي آهي. اهي
والگر هو پرڪرتيءَ جي سڀني نيمن جو پالن ڪندا آهن.

رام بهادر منالعل وچ ٿي چيو ته سنتن جي ڳڏي ته نهايت
اثر آهي پر اسين وراهي ستسنگي به هن سنسار ۾ پاڻکي
خوش ٿيا سمجهون ۽ انهيءَ انتظار ۾ رهون ٿا ته ڪي هن حمل
خالي مان جلدي پيڇ ڇلاص ٿين.

اِٿي حضور جن ڪبير صاحب جي ٻاڻيءَ جو هي حوالو ڏنو:

"ڪبير جس مرني سي جڳ ڏري سو هي من آنند،
ڪب هي مرئي ڪب هي پائيئي پورن پرمانند."

مشهور پروفيسر ٽائيڊ ۾ ڇپيو ته سينٽ پال به لکيو آهي
ته مان روز مرندو آهيان پر اڄ ٿي مولڪي سندن وحش جو

گراوٽ ۽ گندگي هميشه ڇو لڳي اچي؟

حضور جن جواب ڏنو ته اهو ٻه قدرت جو قانون آهي. زمين جڏهن بنجر ٿي پوندي آهي ۽ کيتيءَ جي لائق نه رهندي آهي ته اُنکي وري آباد بڻائڻ لاءِ، تازا ڦل ڦول ۽ صحت بخش سبزيون پيدا ڪرڻ لاءِ پاڻ جي ضرورت پوندي آهي.

نوجوان پادريءَ وري پڇيو ته پرماتما اهڙن عهدن ۽ نرمل اصولن جي ارد گرد اها گندگي ۽ غلاظت ڇو ٿو ڪٺي ڪرڻ ڏئي؟

حضور جن وراڻيو، ته اُئين ٺيڪ آهي، پر جڏهن انهن رائين ۽ رسمن جي ٻه غلاظت ڪٺي ٿئي ٿي ته پوءِ روحانيت کي وري روشن ۽ صاف ستهرو ڪرڻ لاءِ ڪيس ٿي دنيا ۾ اچڻو پوي ٿو.

ان گفتي کي ٻڌي سيڌي وٺي ٽهڪ ڏنا.

حضور جن رڌ ڪ فرمايو ته اها ڳالهه ڪڏهن به وسارڻ نه کپي ته هن سرشٽيءَ جو سنڀالڪ، پرم پتا پرماتما جيڪي ڪري رهيو آهي سو هميشه اسانجي ڀلي ۽ ٻهتريءَ لاءِ هوندو آهي. اُنهن دکن، ڪليشن ۽ ذلتن ۾ اها حڪمت رکيل آهي ته اُن سرجڻهار جي دئا مهر جو ساگر جوش ۾ اچي انسان جي پاپن کي ڌوئڻ لاءِ روحاني رحمت جون لهرون موڪلي.

ان ڪانپوءِ حضور جن اُنهن پادرن کان پڇيو ته گروهه جي باري ۾ اجا ٻه ڪجهه توهانکي پڇڻو آهي؟

ڪو جواب ڏئي تنهن ... اڳ نوجوان پادري پڇيو ته حضور! سنت ... ال ٿي سيڌي وٺي ڪاليو. تنهن ... اُنهن کي ته مرڻ ٿي نه

اڳي ئي چئي چڪو آهيان ته انهن ڪونهي ته جي چيزون
اسانجي سمجهه ۾ نٿيون اچن، انهن جو ڪو وجود ئي ڪونهي.
سيانپ سقراط کي ۽ اهو ڄاڻڻ ۾ پيو ته گيان جو ڪو اهڙو
منبع ۽ لي سگهي ٿو جو منطق (Logic) جي پهچ کان پري
هجي. ڪئين پيرا نوجوانن کي ڏسندا آهيون ته هو اهڙن
ڳالهين جو پروسي ۽ دعويٰ سان بيان ڪندا آهن جن بابت هنن
کي ذرو به ڄاڻ ڪانه هوندي آهي. ڪهڙي نه ڪل جهڙي
ڳالهه چئجي؟ انهن نڪي هن پرماتمي وشيه جو ابياس ڪيو
آهي، نڪي ان باري ۾ ڪا کوج ڪئي آهي. ان هوندي به
لوڪين ڏسندا ته هو آتما، پرماتما، سرڳ نرڪ ۽ سرشٽيءَ جي
ليلا جي باري ۾ اهي ڦاندي پنهنجا راءِ ڏيندا رهندا آهن.

اهي نوجوان پادريءَ پڻ چيو ته عيسيٰ مسيح فرمايو آهي
ته مان ۽ پرم پتا هڪ آهيون.

حضور جن فرمايو ته ها ۽ ڪيس بائيبل ۾ ايشور پتر به سڏيو
ويو آهي.

هڪ ٻئي پادريءَ چيو ته عيسيٰ خود به ائين فرمايو آهي.
حضور جن فرمايو ته لوڪين اهڙن شخص کي ”خليل الله“
يعني خدا جو دوست به چئي سگهو ٿا، جيئن ابراهيم کي
چوندا آهن. لوڪين انهن کي رسول الله يعني خدا جو قاصد
يا پيغمبر سڏي سگهو ٿا جيئن حضرت محمد صاحب کي
سڏيندا هئا. لوڪين هنن کي ساڪيات پرماتما به چئي سگهو ٿا
جيئن رام ۽ ڪرشن لاءِ چئبو آهي. اهي هن سنسار ۾ نجات
يا مڪتي ڏيندڙ، وچ وارا يا سفارش ڪندڙ بڻجي اچن ٿا،
يا ائين چئو ته ان پرماتما دواران موڪليا وڃن ٿا. اهي پرماتما
جي روپ ۾ منش ۽ منش جي روپ ۾ پرماتما هوندا آهن
جي دنيا ۾ جو سنديش کڻي اچن ٿا ۽ دنيا کي پرڪاش ۽

وانگ ۾ اچي منش چولو ڌارڻ ڪري هنجي دکن ۽ دردن
کي دور ڪرڻ لاءِ مجبور ڪين ٿيندو؟

حضور مهاراج جن ايا انهن چئي مس بس ڪيو تہ
راءِ روشنلال وچ ۾ ئي چيو تہ منهنجي سمجهہ ۾ اهو اچي تہ
جو پرماتما اننت، اگمر ۽ سرو وياپي آهي سو ڪيئن هڪ
انساني شرير ۾ سمائجي سگهندو؟

حضور جن فرمايو تہ راءِ صاحب، انجو سبب اهو آهي جو
ماڻهو سمجهن ٿا تہ پرماتما وئڪنٺ ۾ ڪنهن هنڌ براجمان
آهي ۽ اُتان ئي هن سنسار جو چرخو هلائي رهيو آهي. هو
ان اگمر پرماتما کي محدود دائري ۾ بند ڪن ٿا. پرماتما تہ
الک آهي، اگاڌ آهي، هرجاءِ حاضر ناظر آهي. حسابن
جو ڪوبہ ڄاڻو اوهانکي ٻڌائيندو تہ جيڪڏهن اننت
(Infinity) مان اننت گهٽائبو تہ بہ اننت بچندو. بيحد مان بيحد
ڪاٽبو تہ باقي بيحد ئي بچندو. اُشواس اُپنشدن جي شانتي
پاٺ ۾ هن ريت ورنن ٿيل آهي:-

”اوم پورڻ مدا پراڻ مدنگ پُورنات پران امُد چتي“

هتي پورڻ جو ارٿ آهي مڪمل، اسيم، بيحد. پرماتما
پورڻ آهي، اسيم آهي. جيڪڏهن ان پورڻ مان پورڻ
ڪاٽبو تہ پورڻ ئي باقي بچندو. جيڪڏهن اسين هنجي
منش چولي ۾ اچڻ جي يوگيتا ۾ شڪ يا گمان ٿا آڻيون تہ
اسين ”پورن“ ۽ ”اسيم“ جي مهتو کي وساري ٿا ڇڏيون.
ڇا سڀ روپ ان جا روپ ڪونہ آهن؟ چڱو اها ڳالهہ مان
توهانکي اڃا لموني ٿو سمجهايان.

پر راءِ روشنلال وچ ۾ ئي چيو تہ حضور! هاڻي تہ سڀ
ڪجهہ چڱي طرح سمجهہ ۾ اچي ويو آهي. ڏسجي انهن پيو
تہ توهين ڪابہ ڳالهہ صرف واڻيءَ سان ڪين ٿا سمجهايو پر

ڏيکاري ٿو ڏئي.
بدابي ڪاڻ هنجي سمجهه ۽ ڪم ڪرڻ جي شڪتي نه
گهٽجي وڃي ٿي پر هن کي اريب ۽ وشه واسنا ٻاڻ وڌيڪ
وڪوڙي وڃي ٿي. هنجو شرير مرجهائجي وڃي ٿو ۽ هن
جي صحت برباد ٿي وڃي ٿي. هرڪو هنکي ڏڪار ٻري
نظر سان ڏسي ٿو. هو لاعلاج بيمارن جو شڪار ٿئجي ٿو.
پنهنجن ڪمالن کي پورو ڪري نٿو سگهي پر ٻارڪن جون
واشنائون جيڪي نرمپ نه ٿي سگهيون آهن اڳي پڙڪر
ڪالي هنجي جيءَ کي جلائينديون رهن ٿيون. هي انڌيرون
ظلمون ڪيو وهي جيڪي ڪڏهن نه معاف ٿيون ٿي سگهن
۽ انڪري نه رڳو هنکي هتي جا طعنا مهڻا سهڻا پون ٿا
ٻلڪ هنجي استري ۽ ٻار به هنکي مهڻا ٿي وجهو ڪڍن.
هو موت لاءِ واجهائي ٿو پر موت اچيس نٿو. ڪڏهن ڪڏهن
نه اهڙي مصيبت کان ڇوٽڪارو پائڻ لاءِ آپگهات ڪرڻ لاءِ
به سوچي ٿو.

سو اها آهي منش جي زندگي جنهن پر اسين سرگردان
آهيون ۽ اهڙا دشت جهو جيڪي پنهنجي پاپن جو پڇتاءُ
ڪرڻ بنا مري ٿا وڃن انهيڪي هزارن سالن تائين دوزخ
جون عقوبتون ۽ عذاب سهڻا پون ٿا. افسوس! جئن ڏهاڙن
جي هن منش ڇراي جو غلط ابيوگ ڪرڻ لاءِ ڪهڙي نه
ڀيانڪ جزا ۽ سزا پوئتي پيئي ٿي!

دوزخ جي عذابن جو نه لوهن سوچي به نٿا سگهو.
دوح رولس روڻ ٿا، چيخن ٿا چلائين ٿا پر ڪوبه هنن جي
..لاس کي اوتالي ڪونه ٿو. ٿراوڪيءَ جو مالڪ، ڪال
ن جا جاڻي؟ پرم پتا پرماتما کي پنهنجي اولاد جي
ري دردشا ڏسي جهوڙو ڪين ايندو؟ هو دنيا جي

جڏهن واسائن جي طوفان جو اهو ٻهراڻون دؤر پورو ٿئي ٿو ته پوءِ هنکي ڪمائڻ ۽ گذاري ڪرڻ جو فڪر اچيو واڙهي. ان لاءِ هو در در ڀٽڪي ٿو ۽ روزگار جي تلاش ۾ آفيسن جا چڪر ڪاٽي ٿو. جتي وڃي اُتي هنکي دڙڪو داٻ ۽ ڦٽڪار ملي ٿي. جتي وڃي ٿو اتي لکيل ڏسي ٿو، ”هتي نوڪري خالي ڪانهي.“ هن جي استري، هن جا ٻار هن تي زور آڻين ٿا ته وٽيئي پئي اچ، وٽيئي قرض کڻي اچ ته چوري ڪري اچ پر پيسا کڻي اچ، اسين ڀتر ڪاٽي ڪونه جيئنداسين. رات ڏينهن اهو چنتا جو گهٽو هن جي ڪليجي کي ڪائيندو رهي ٿو. هو آواري ڪتي وانگر هيڏانهن جو هوڏانهن پيو ڀٽڪي. سمورو وقت اهو ڀاري بوجو هن جي چت تي چڙهيو ئي رهي ٿو. نتيجو اهو ٿو نڪري جو هن جي گهر ۾ گهوٽ ۽ ڪاڪل اچيو واسو ڪري ۽ هن جي وواهت جيون جو سڄو آنند ڪافور ٿيو وڃي.

گهر گرهستيءَ جون فرض آدائون، ٻارن جي لکائي پڙهائي ۽ شاديون مرادون جون رسمون رسمون نباهڻ لاءِ هي مجبور ٿي قرض کڻي ٿو ۽ ان تي وياج وڌي اهڙو ته هن لاءِ بوج بڻجو پوي جو چڪائڻ ئي مشڪل ٿيو پوي. ويچاري کي ڪورٽ ۾ گهليو وڃي ٿو. هو پنهنجين اڳين نادانين ۽ غلطين لاءِ پڇتائي ٿو پر 'اَب پڇتائي ڪيا هوت، جب چڙيان چگ گئي کيت.'

ڏک ۽ ڏوجهرا لڳاتار برسات وانگر هن تي نازل ٿيندا رهن ٿا. هي 'جل بن مڇلي' وانگر تڙڦندو رهي ٿو. هو وقت کان اڳ ئي ٻڍو ٿيو پوي هنجون اندريون ڪم ڪرڻ کان جواب ڏيو وڃن. هنکي چوطرف سواءِ اونده اندڪار جي ڪجهه به نظر نٿو اچي. ڪٿان به هنکي مدد جو ٽورو

هو گونگو ۽ اوڙو، هندوري ۾ پيو رهي ٿو ۽ پنهنجو
ڏک درد ڪنهن کي به ٻڌائي نٿو سگهي. سڀ مٿي ۾ الس
پر هنجا مائٽ پيا ڪيس پيٽ جي سور جي دوا ڏين ٿا ۽
سندس پيرا ۾ ٻاڦ اصافو ڪن ٿا. هو ٻري طرح روئي ٿو،
رڙي ٿو، پر اهو نٿو ٻڌائي سگهي ته ڪيس ڪٿي درد آهي.
هنجا ماءُ پيءُ به مجبور ٿا ٿين ته هنجو ڪهڙو علاج ڪرائين.
مجبور ٿي ماءُ ٻار جي چمڙي ۽ چلائڻ مان تنگ ٿي ڪيس
ماري ٿي. هنجو ٻاليپڻ گهڻو نٿو بيمارين ۾ ٿي گذري ٿو.
ڪج وڏو ٿئي ٿو ته ٻيون مصيبتون اچي هن کي گهيرين.
هنکي راند روند جو شوق ٿو ٿئي پر مائٽ هنکي اسڪول
۾ موڪلڻ چاهين ٿا. هو ان بيسوادي شغل کان بچڻ لاءِ
ڪئين بهانا بڻائي ٿو پر ان مان ڪيس ڪو به ڇوٽڪارو نٿو
سجهي. گهر ۾ مائٽن جي ڇڙٻ ۽ تنڪار ۽ هوڏانهن اسڪول
۾ ماستر جو ڏنڊو. هنجو اهو غفلت جو سمو به دکن ۽ پريشانين
۾ اڪري وڃي.

ان کانپوءِ اچي ٿي جواني، جا آهي غلطين ۽ اُرمانن جو
پيدار. ته چاهيندي به اندرئي خواهشون ۽ اُهنجو زور اندرو
ته هنکي وڪوڙي ٿو ڇڏي جو هنجي عقل ۽ هوش ٿي
پردو پئجي ٿو وڃي ۽ هو اهڙا ڪرم ڪري وهي جنجو
نتيجو سواءِ شرم ۽ افسوس جي ٻيو آهيئي ڪونه. ڪام ۽
اندرين جا ٻوڪ هنجي چت ٿي چاپل رهن ٿا. حياءُ ۽
آبرو سڀجم هن وٽان پر ڪري اڏامي وڃن. هو خوبصورت
چهرن پٺيان ڊوڙندو وتي ٿو. پي به لوهان سيئي کي سڏ
آهي ته جوانيءَ ۾ ماڻهو ڪيترا ته ڪلور ڪري ٿو.
هن شادي ٿو ڪري ته مٿن مائٽن ۽ ٻارن ڏانهن پنهنجا
ٻي ۽ جوابداريون وساري وهي.

۽ مالڪ جا ڀڳت آهن جن سک ۽ شانتي پراپت ڪرڻ لاءِ
پنهنجو ناتو پرڀوءَ سان جوڙي رکيو آهي. ڌن دولت مان
ڪڏهن ٻه سک ۽ سنتوش نٿو ملي سگهي. جي ائين هجي
ها ته ڪروڙين ۽ اربن جو خاوند راڪفيلر پنهنجي ڪارخاني
جي هڪ مزدور کي، جو ٿليءَ لي ڀاڄ کيو ٿي وار، ڏسي
ڪين چيئي ها ته ڪو منهنجي ساري پونجي وٺي ۽ اُن جي
عيوض هن مزور جي تندرستي مونکي ڏئي.

ڌن دولت دنيا جي سيني دکن ۽ مصيبتن جو ڪارڻ
ڪٿي نه ٻه هجي پر سک ڏيڻ واري شيءِ به نه ڪانهي.
اها دائي ۽ ڪڻ ڀنگر آهي، اڄ هڪ وٽ ته سڀاڻ ٻئي وٽ.
اها انسان کي لوڀي، مغرور، سنگدل ۽ نردئي بڻائي ٿي.
هڪ مهاتما جو ڪٿن آهي:-

”پاپان باجهون هوءِ نه ڪٺي، مئي ساٿ نه جائي.“

يعني ڌن دولت کي ڪٺي ڪرڻ ۾ منش کي اليڪ
عيب پاپ ڪرڻا پون ٿا پر موت سمي نه اها ڪجهه مدد
ٿي ڪري سگهي ۽ نه ساڻ ٿي هلي. عيش عشرت ۾ ٻيا
دنيوي ڀوڳن ۾ ڪا خوشي ڪانهي. ڀوڳن جو نتيجو آهي
روڳ. گورو نانڪ صاحب فرمائين ٿا ته عيش عشرت
واري زندگي دکن جو گهر آهي. اندر ان جي سوادن ڪري
انيڪ بيماريون پرگٽيون پون ٿيون ۽ اهڙن ماڻهن جو انت
سمو ٻه ڏاڍو دکدائي ٿئي ٿو. اهڙو سک ٿي گهورو جو پوءِ ڏک
ڏئي. سياڻو اهو آهي جو ڪرم ڪرڻ کان اڳ، ان جي
نتيجي کي سوچي ٿو.

سوامي جي مهاراج جن پنهنجي هڪ شبد ۾ منش جي جنم
کان مرڻ تائين دکدائي حال جو ذڪر ڪن ٿا. جيو دنيا ۾
روئندو اچي ٿو ۽ هنجو بالپڻ ڏاڍي مصيبت ۾ گذري ٿو.

رهيو آهي نه ڪو ڏيءَ جي وڏوا ٻڌڻ لاءِ ڏکي آهي.
ڪو بيماريءَ سبب تنگ آهي نه ڪو غريبيءَ سبب پريشان!
اُتي طرف بيروزگاري جي حال ڪري رهي آهي. هتي نه،
راجا ۽ ڏکي نه رعيت نه دکي. راڻيون، رائيون، شهزادا،
ڪروڙپتي، ڪارخانيدار، وڏا وڏا واپاري هرڪو چنتائن
جي جڪڙ ۾ پيڙجي رهيو آهي. جڏهن شاهوڪارن سان
اهڙي ويڌن آهي ته وچارن غريبن جي ڳالهه لاءِ ڪهڙي
ڪجي! مرض، مفلسي ۽ مصيبتون تن جي هميشه ڏاج آهن.
گرفتاريءَ جا وارنٽ، سامان جي ضبطي، قرض لاءِ ڇڪتاڻ
ڪري جيل جي سزا، ٻي آدر ۽ بي عزتي - آهي سڀ هنن
لاءِ روزمره جون ڳالهيون آهن.

شايد توهين چوندا ته ڌنوانن ماڻهوءَ وٽ سڀ دنيوي نعمتون
ميسر آهن ۽ انهن کي هو ضرور سکي هوندو. هن وٽ بيشمار
دولت، سندر استري، سعادتمند اولاد، شهر ۾ عاليشان
محلات، شهر کان ٻاهر سهڻو بنگلو، سير تماشي لاءِ موٽر آهي
۽ وردي پهريل نوڪر چاڪر هن جي چاڪريءَ لاءِ هٿ ٻڌا
ڪيا حاضر بيٺا آهن. باقي هن وٽ ڪمي ڪهڙي آهي؟
توهين سمجهو ٿا ته ڇا هو هن وٽ وڃي ڪالهه پڇو ته توهان
سکي آهيو؟ ڏسو هو ڪهڙا ته سور روئي. اهڙو ئي موقعو
هو جو گرو نانڪ صاحب جن جي مک مان هي واڪ نڪتا:

“نانڪ دکيا سڀ سنسار، سو سکيا جس نام آڌار”

ميرا بائي - راجستان جي مشهور مهاتما جو هڪ دوهو آهي:

“ڏولتي دکيا سيٺي، لنگڙن دک ڪا روپ،
سکي سهجو ڪيهي، ٻاهو ايڻ الوپ.”

– مون سيٺي ڏٺا ۽ اميرن کي دکي ڏٺو آهي،
ڏٺي نه آهن اي دکن ۽ ڪليشن جو روپ. سکي

ميلو ڏسڻ وڃي ٿو. شام جو ڪو تيز طوفان اچي ٿو ۽ سڀ ٻار ان جي اهميت ۾ اچي ٿا وڃن. ايا سڀ ٻار گهر پهچي وڃن ٿا پر توهانجو پٽ گهر ڪونه ٿو اچي. رات ٿي وڃي ٿي پر توهانجو ٻار لاپتہ آهي. توهانجي پتني روئندي رڙندي توهانجي آڏو اسان ڪاٿي ۾ اچي توهانکي ٻڌائي ٿي تہ ٻار ايا ڪونہ موٽيو آهي. اوڏي مهل توهين پنهنجو ٽوپلو يا لڪڻ کڻي ٻار جي ڳولا ۾ ڪين ونيءَ دوڙندا؟ ضرور، توهين وٺي پوندا. تيئن اهڙي طرح اسانجو پرم پتا جو دريا مهر پيار ۽ همدرديءَ جو ساگر آهي اهو پنهنجن ٻچن کي هن دک درد، غمن ۽ گوندرن ڀري سنسار مان ڪين ٻار آڪار پيدو؟

هيءَ دنيا هڪ وڏو جيلخانو آهي جنهن ۾ آتمائون قيد آهن. هن ڪشٽن ۽ ڪليشن واري دنيا ۾ اسانجي زندگي ڪهڙي آهي! موت هر وقت اسانکي لڪي رهيو آهي. استري اولاد، ڪٽنب قبيلو مطلب تہ ڪوبہ هن ڪان بچي نٿو سگهي. اهو خوف هر وقت دل ۾ رهي ٿو تہ اهي سڀ اسانکان وڇڙي ويندا. سڀ جيو موت، مرض ۽ وناش جو شڪار بڻجن ٿا. هن ساري دنيا ۾ توهانکي ڪوبہ سرق سکي ڪونہ ملندو. هڪڙو پنهنجي استريءَ جي مرڻيو هڻڻ سبب ڏچ ڳاڙي رهيو آهي تہ ٻيو بہ هنجون پيو هاري جو سندس استري چندي آهي. ڪو پٽ لاءِ اڙداسون پيو ڪري تہ ڪو پيءُ جي موت لاءِ جهولي ڦهلائي ويٺو آهي.

اسپتالن ۾ وڃي ڏسو، ڪچهرين ۽ جيلن ۾ وڃي ڏسو، سڀ هنڌ دک درد ڇانيو پيو آهي. ڪٿهن ڪان بہ بچي ڏسو تہ ٿون سکي آهين؟ هو پنهنجي دردن جو داستان ڪولڻ شروع ڪندو. ڪو پنهنجي پٽ جي موت تي ڳوڙها ڳاڙي

گورو اوجن دېو فرمائين ٿا ته
”گورو ڪرتا گورو ڪرڻي جوڳ.“
گورو ڪرتا آهي گورو سڀ ڪجهه ڪرڻ وارو آهي.
گوروءَ جي پهچ کان ٻاهر ڪجهه ڪونهي. هن جو ئي حڪم
هر ورتي ٿو.
گورو صاحب جن وڌيڪ فرمائين ٿا ته گورو سرو شڪتيوان،
سرو وياپي، نراڪار آهي، ڪل مالڪ آهي، اگم آهي،
اپار آهي، اڪت آهي. هن جو ورڻن ڪرڻ انسان جي
پهچ کان ٻاهر آهي.
گورو نانڪ صاحب جن جي باڻي آهي:-
”سمنڊ وروڙ شرير هم ديکيا اڪ وستُ اَنوپ دکائي،
گورو گوبند، گوبند گورو هي، نانڪ ڀيد نه ڀائي.“
ارٿات- هن شرير روپي سمنڊ کي سون وارڙي هڪ
عجيب ڳالهه ڏٺي ته گورو پرماتما آهي ۽ پرماتما ئي گورو
آهي. ٻنهي ۾ ڪو به ڀيد ڪونهي.
هڪ ٻيو ايران جو مهاتما فرمائي ٿو:-
”نوري حق ظاهر بود اَندر ولي“
سنت جي اندر پرماتما جو پرڪاش صاف نظر اچي ٿو.
جيڪي پهچيل اندر جي اکين سان ڏسن ٿا اهيئي اُن کي ڏسي
سگهن ٿا. ڪبير، دادو، پلٽو ۽ ٻيا ٻيا سڀئي سنتن جو
اصولي ڪٿن آهي.
ڊاڪٽر پرونسر چيو ته ڪرائيسٽ به فرمايو آهي ته مان
۽ منهنجو پتا هڪ آهيون، منهنجي هدايت اوسار هلو ته
توهيم پرماتما جي بادشاهت ۾ پهچي ويندا.
حضرو مباراڄ جن فرمايو ته هاڻي اُن ڳالهه کي ٿئي نقط نگاهه
سان سمجهيون. سچهو ته توهانجو ٦ سالن جو ٻار هڪڙي ڏينهن
۽ ٻارن دوستن سان گڏجي گهر کان دور ڪر

پادرين ڏانهن مخاطب ٿيندي حضور جن ڪين چيو تہ شايد ان ڳالهہ تي وشواس ڪرڻ توهانکي مشڪل لڳي پر بائيبل ۾ بہ اهين ئي چيل آهي تہ "Word made flesh" "شبد ئي شرير ڌارڻ ڪيو." ورڊ (شبد) يا لوگاس، پرماتما آهي، اُپانشهار آهي. بائيبل جي پهرئين باب ۾ ان ڳالهہ جي پوري تائيد ٿيل آهي. توهان سڀني کي ان بابت خبر آهي. اهو ڪجهہ هن طرح لکيل آهي. "آد ۾ شبد هو. شبد پرماتما سان گڏ هو ۽ شبد ئي پرماتما هو. سڀ ڪجهہ شبد دواران ظاهر ٿيو ۽ ڪابہ شيءِ ڪانہ ٿي جا شبد بنا ٿي هجي. اهو شبد ئي شرير ڌارڻ ڪري عيسيٰ جي روپ ۾ سنسار کي نجات ڏيارڻ لاءِ آيو." مونکي اميد آهي تہ انهيءَ باري ۾ مت ڀيد جي ڪا گنجائش ڪانهي.

حضور جن وڌيڪ فرمايو تہ پنجاب جي هڪ مسلمان درويش بلي شاهہ پنهنجي ڪلام ۾ چيو آهي "مولا آدمي بڻ آيا." يعني پرماتما منش جو چولو ڌارڻ ڪري اچي ٿو.

گورو ارجن ديو پڻ ڏڍڪ فرمائين ٿا :-

"هرجي نام پڙيو رامداس"

مولانا روم تہ اجا بہ ہِ قدم اڳتي وڃن ٿا تہ مرشد ۾ خدا ۽ پيغمبر ٻئي سمايا پيا آهن.

شمس تبريز فرمائي ٿو تہ

آن بادشاهِ اعظم در بود بست محڪم،

پوشيدهہ دلڪي آدم - يعني ڪ بر در آمد.

ان شاهن جي شاهہ پنهنجي محل جو دروازو بلڪل قابو بند ڪري رکيو آهي. پوءِ هو انساني جامو پهري ان دروازي کي کولڻ لاءِ ٿي اچي ٿو.

## ۴. سڳورو

شام جو ٻوري ائلين اچي سڀ حضور مهاراج جن جي ڪمري ۾ ويهي رهيا.

حضور جن وڏي پادريءَ کي چيو ته توهين ٻڌايو ته گوروءَ جي باري ۾ ڇا ٿا ڄاڻڻ چاهيو؟

نوجوان ٻٽر اسٽر وچ ۾ ٿي چيو ته حضور! سڀ ڪجهه. ڇو جو ان باري ۾ اسانکي پوري ڄاڻ ڪانهي.

حضور جن چيو ته جيڪو مان توهانکي خود سنتن جا وچن ٻڌائيندس ته گوروءَ جي باري ۾ هنن جا ڪهڙا ويچار آهن ۽ هو ڇا ٿا چون.

ٻر وٽيسر وشواس ٻڌي ٻرچ ۾ جيئر اهو ڏاڍو ايڪ ليندو.

حضور جن مون کان پنهنجي ڪتابن جي ڪجهه مان سوامي جي مهاراج جن جو سار اچن پسڪ گهرايو ۽ کولي مولکي 'راڌا سوامي ڌرا نر وپ جڳ مين، گورو هوءِ جڳ چتاڻي' وارو شبد پڙهڻ لاءِ چيائون. پڙهه پادرين کي ٻڌائون ته مان هاڻ سوامي جن جي وچن ٻڌائڻ شروع ڪريان ٿو ۽ پوءِ سوامي جن جي وچن جي ڪالبد ۾ ٻين سنتن جا حوالا پڻ ڏيندس. سوامي جن فرمائين ٿا ته پرماتما عش جو چولو ڌارڻ ڪري جيون کي سڄاڳ ڪرڻ لاءِ گورو ٿي جڳ ۾ اچي ٿو. هو جيون کي پنهنجي اچ گهر جي ياد ٿو ڏياري ته توهين ڪل مالڪ جو انش آهيو. پوءِ جيڪي هن ۾ وشواس رکن ٿا انهنکي هو واپس پنهنجي ... ڏي ٿو وڃي.

پادرين ڏانهن مخاطب ٿيندي حضور جن ڪين چيو تہ شايد ان ڳالهہ لاءِ وشواس ڪرڻ توهانکي مشڪل لڳي پر بائيبل ۾ بہ انهن ئي چيل آهي تہ "Word made flesh" "شبد ئي شرير ڌارڻ ڪيو." ورڊ (شبد) يا لوگاس، پرماتما آهي، اُن جو اظهار آهي. بائيبل جي پهرئين باب ۾ ان ڳالهہ جي پوري تائيد ٿيل آهي. توهان سڀني کي ان بابت خبر آهي. اهو ڪجهہ هن طرح لکيل آهي. "آد ۾ شبد هو. شبد پرماتما سان گڏ هو ۽ شبد ئي پرماتما هو. سڀ ڪجهہ شبد دوارا بڻايو ويو ۽ ڪابہ شيءِ ڪانہ آهي جا شبد بنا ٺهي هجي. اهو شبد ئي شرير ڌارڻ ڪري عيسيٰ جي روپ ۾ سنسار کي نجات ڏيارڻ لاءِ آيو." مونکي اميد آهي تہ انهيءَ باري ۾ مت ڀيد جي ڪا گنجائش ڪانهي.

حضور جن وڌيڪ فرمايو تہ پنجاب جي هڪ مسلمان درويش بلي شاهہ پنهنجي ڪلام ۾ چيو آهي "مولا آدمي بڻ آيا." يعني پرماتما منش جو چولو ڌارڻ ڪري اچي ٿو.

گورو ارجن ديو اِي ڏڙڪ فرمائين ٿا :-

"هرجي نام پڙهيو رامداس"

مولانا روم تہ اڃا بہ ٻہ قدم اڳتي وڃن ٿا تہ مرشد ۾ خدا ۽ پيغمبر ٻئي سمايا پيا آهن.

شمس تبريز فرمائي ٿو تہ

آن بادشاهِ اعظم در بود بسته محکم،

پوشيده دلق آدم ـ يعني که بر در آمد.

ان شاهن جي شاهہ پنهنجي محل جو دروازو بلڪل قابو بند ڪري رکيو آهي. پوءِ هو انساني جامو پهري ان دروازي کي کولڻ لاءِ لهي اچي ٿو.

## ۴۰ ستگورو

شام جو پوري الهه اچي سڀ حضور مهاراج جن جي ڪمري ۾ پهچي ويا.

حضور جن وڏي پادريءَ کي چيو ته توهين ٻڌايو ته گوروءَ جي بابت ۾ ڇا ٿا ڄاڻڻ چاهيو؟

نوجوان پرسٽر وچ ۾ اچي چيو ته حضور! سڀ ڪجهه. پر جو ان بابت ۾ اسانکي پوري ڄاڻ ڪانهي.

حضور جن چيو ته جگر مان توهانکي خود سنتن جا وچن ٻڌائيندس ته گوروءَ جي بابت ۾ هنن جا ڪهڙا ويچار آهن ۽ هو ڇا ٿا چون.

پروفيسر وشواس ٻولي لوع ۾ چيو اهو ڏاڍو نيڪ ٿيندو.

حضور جن مون کان پهچي ڪتابن جي ڪٻٽ مان سوامي جي مهاراج جن جو سار بچن پستڪ ڪڍرايو ۽ کولي مونکي 'راڌا سوامي ڌرا نر روپ جڳت مين، گورو هوئي جيو چتائي' وارو شبد پڙهڻ لاءِ چيائون. پوءِ پادرين کي چيائون ته مان پهرين سوامي جن جي وچن سان شروع ڪريان ٿو ۽ پوءِ سوامي جن جي وچن جي تائيد ۾ ٻين سنتن جا حوالا پڻ ڏيندس. سوامي جن فرمائين ٿا ته پرماتما منش جو چولو ڌارڻ ڪري جيون کي سڄاڳ ڪرڻ لاءِ گورو روپ ۾ جڳت ۾ اچي ٿو. هو جيون کي پهنجي نج گهر جي ياد ٿو ڏياري ته توهين ڪل مالڪ جو انش آهيو. پوءِ جيڪي هن اي وشواس رکن ٿا انهنکي هو واپس پهنجي نج ڌام وٺي ٿو وڃي.

پادرين ڏانهن مخاطب ٿيندي حضور جن ڪين چيو ته شايد
ان ڳالهه لئي وشواس ڪرڻ توهانکي مشڪل لڳي پر بائيبل
۾ به ائين ٿي چيل آهي ته "Word made flesh" "شبد ٿي
شرير ڌارڻ ڪيو." ورڊ (شبد) يا لوگاس، پرماتما آهي،
اُپائڻهار آهي. بائيبل جي پهرئين باب ۾ ان ڳالهه جي پوري
تائيد ٿيل آهي. توهان سڀني کي ان بابت خبر آهي. اهو
ڪجهه هن طرح لکيل آهي. "آد ۾ شبد هو. شبد پرماتما
سان گڏ هو ۽ شبد ئي پرماتما هو. سڀ ڪجهه شبد دوارا
بڻايو ويو ۽ ڪابه شيءِ ڪانه ٿي جا شبد بنا ٿي هجي. اهو
شبد ئي شرير ڌارڻ ڪري عيسيٰ جي روپ ۾ سنسار کي
نجات ڏيڻ لاءِ آيو." مونکي اميد آهي ته انهيءَ ساري ۾
مت ڀيد جي ڪا گنجائش ڪانهي.

حضور جن وڌيڪ فرمايو ته پنجاب جي هڪ مسلمان
درويش بلي شاهه پنهنجي ڪلام ۾ چيو آهي "مولا آدمي
بڻ آيا." يعني پرماتما منش جو چولو ڌارڻ ڪري اچي ٿو.

گورو ارجن ديو پڻ وڌيڪ فرمائين ٿا:-
"هرجي نام پڙيو رامداس"

مولانا روم ته اڃا به هڪ قدم اڳتي وڃن ٿا ته مرشد ۾ خدا
۽ پيغمبر ٻئي سمايا پيا آهن.
شمس تبريز فرمائي ٿو ته

آن بادشاهِ اعظم در بود بسته محکم،
پوشيده دل کي آدم- يعني که بر در آمد.

ان شاهن جي شاهه پنهنجي محل جو دروازو بلڪل قابو
بند ڪري رکيو آهي. پوءِ هو انساني جامو پهري ان دروازي
کي کولڻ لاءِ لهي اچي ٿو.

شخص کي ٻاهر اچي ڏسڻ گهرجي تہ هن کي ڇا ٿو پيش پوي؟ ڪيترو نہ پساه پوي. يورپ ۽ امريڪا واسين لاءِ اهو اچي ڪاڻي آهي تہ هو مالش مڃين، پڙهن ۽ شراب کان ڪنارو ڪن.

برمارت هي چاهڪ کي راجسي اوڙي نامسي ڪاڏن کان ٻچڻ ڪئي. ان جو سبب پڌرو پيو آهي. مالش ڪاڏ سان ماڻهو ترداپي ۽ ڪروڌي بڻجي ٿو. ٻاروٽو ڪاڏو ماڻهوءَ ۾ مستي ۽ آلس آڻي ٿو. سادو ڪاڏو، صحيح ماترا ۾ ڪائڻ سان ماڻهوءَ جي ٻڌي نرمل رهي ٿي، هو شانت چت، جسم ۽ ڦڙتيلو رهي ٿو. هڪ سادڪ (جنهن دنيا مان رٿابر ڪري، پرماتما جي پراپتي لاءِ پنهنجو مول مقصد بڻايو آهي) کي صرف ۾ دفعا ٿي هر روز ڀوڄن ڪرڻ گهرجي، ٻه ڀي هڪ ڀيرو ڪري تہ ٻاهڙا وڌيڪ سٺو. پر اڄ پيٽ آلمڪ ابياس ۾ وڏي رڪاوٽ آهي. اهو غلط خيال آهي تہ گهٽو ڪاڏو ڪائبو تہ گهٽي طاقت ايندي. حقيقت ۾ اساڻو ڪاڏو ضرورت کان وڌيڪ آهي. جنهن کي زبان جو چسڪو آهي اهو وري ابياسي ٿي سگهي ٿو.

ان وقت شام جا ٦ لڳا هئا ۽ سج لهي چڪو هو. حضور جن پادرين کي چيو تہ توهانجو ڪهڙو پروگرام آهي. توهين لاهور ڪڏهن تا وڃڻ چاهيو؟

ٻڙڪ پادريءَ ورانيو تہ حضور پهرين تہ اساڻو خيال اڄ شام جو ئي وڃڻ جو هو پر "گوروءَ" بابت اڃا مونکي وڌيڪ ڪجهه سمجهڻو آهي. اها ڳالهه اڃا منهنجي خيال ۾ ڪانہ ويٺي آهي. پر مونکي سڌ ڪانهي تہ اسين هتي وڌيڪ ڪيترو ترسي سگهنداسين ڇو جو سڀاڻي صبح جو ١٠ بجي لاهور پهچڻو آهي.

جو رچيندڙ آهي، وشنو پالڻ پوشڻ ڪندڙ آهي. هو سنسار
کي رزق ٿو رسائي ۽ شو يا مهيش هن سنسار جي پرليه ڪندڙ
يا ناس ڪندڙ آهي. اها نموني آهي جا ساري سنسار جو
چرخو هلائي رهي آهي ۽ جا هر ذري ۽ ڪڻ ڪڻ
۾ ڪم ڪندي نظر اچي ٿي.

انهن ٽنهي جي ماترا ۾ گهٽ وڌائي هئڻ سبب پدارٿن
جا الڳ الڳ آڪار ۽ روپ ٺهجي پون ٿا. اهي ٽيئي
گڻ پدارٿن ۾ ڦير گهير ڪندا رهن ٿا. عام طور انهن ٽنهي
گڻن مان جيڪو به گڻ ڪنهن پدارٿ ۾ اڌڪ ماترا ۾ لڀي
ٿو، اهو ئي ان پدارٿ جي خاصيت يا وشيشتا جو ڪارڻ
ٺهجي ٿو. باقي ٻيا ٻه گڻ پهرئين گڻ جي زير اثر رهن
ٿا ۽ انهن جو ڪو خاص اثر نٿو رهي. انهن جون خاصيتون
آهن (١) شانتي - (٢) ڦرتي - (٣) سستي. جن ماڻهن ۾
ستوگڻ زياده هوندو آهي، اهي خوشمزاج، سمجهو ۽ شانت
پسند ٿيندا آهن. راجسي سڀاءُ وارا ماڻهو چنچل مهتي ۽
اشانت رهندا آهن. تامسي سڀاءُ وارا وري سست، ڍلا ڍالا
۽ ٿوري عقل وارا هوندا آهن. مون توهانکي اڳي به ٻڌايو
آهي ته اسين جهڙو اَن کائون ٿا، اسانجي من جون ورتيون
به اهڙيون ٺهجن ٿيون. جيڪي ماس آهاري آهن، انهنجو
سڀاءُ به وحشي ۽ خونخوار ٺهجو پوي. ساتوڪ ڀوڄن شانتي،
سيتلتا، پيار ۽ ميناج پيدا ڪري ٿو. ساتوڪ کاڌا آهن -
ڪڻڪ، چانور، جَوَ، مڱن جي دال، کير، مکڻ، ساڳون
ڀاڄيون ۽ جلد هضم ٿيندڙ ميوا. ساتوڪ ڀوڄن به حد کان ٻاهر
ورتائڻ سان تامسڪ ٺهجي پوي ٿو. کاڌو نه تمام گهڻو هئڻ
گهرجي نه تمام ٿورو. کاڌو اهو ورتائڻ کپي جو نه قبضي
ڪري، نڪي ڀاري لڳي يا بي چئني پيدا ڪري. هرهڪ

ڪهڙي راه آهي؟

حضور جن فرمايو، "يسوع مسيح جي زندگيءَ جي ڪهڙي پهلوءَ جي باري ۾ منهنجي راءِ ڄاڻڻ ٿا چاهيو؟"

پادريءَ چيو ته هندي شخصيت ۽ هندي ڌرم بابت توهانجي ڪهڙي راءِ آهي؟

داتا جن وراڻيو ته هو اعليٰ درجي جو پيغمبر هو هندي ڌرم، سنسار ۾ ڪيترائي مهان پرش پيدا ڪيا آهن.

پادريءَ چيو ته مان اهو پڇڻ چاهيان ٿو ته هڪ ڌارمڪ نيتا جي حيثيت ۾ هنجو ڪهڙو درجو آهي؟

حضور جن فرمايو ته مونکي معاف ڪجو. اسانکي ڪنهنجي به شخصيت تي رايا ڏيڻ نه گهرجن، خاص ڪري ڌارمڪ نيتائن جي باري ۾. ان مان لکي وري لکي سري. اهو بهتر ليندو ته ڌارمڪ نيتائن کي عزت جي نگاهه سان ڏسڻ وڃي ۽ هنجي هڪ ٻئي سان ڀيٽ ڪري سندن پوئلڳن جي ڀاونائن کي نه ڏکوئجي.

پادريءَ پڇيو ته سنت مت جي سدائتن موجب ڪراسست هڪ سنت هو؟

حضور جن ڪمس چيو ته مونکي معاف ڪجو. اهڙن ڳالهين مان ڪجهه به ورڻو ڪونهي. توهين مونکي غلط نه سمجهجو.

ان تي پادريءَ چيو ته حضور پنهنجي هيڪڏهن ڪير حقيقت تي ڄاڻڻ چاهي ته پوءِ .......

حضور جن جواب ڏنو ته انکي اهڙي چان بين ٻاڻ تي ڪرڻ گهرجي. توهانجي ديهواسي ڊاڪٽر جانسن سنت مت تي 'دي پاٿ آف دي ماسٽرس' 'The Path of the Masters' به لکيو آهي. مان آهي هڪ ڪتابي توهان اهو پستڪ وچار جوڳو پستڪ آهي ۽ ان ۾

سندس بنا اعتبار لي ڪري ٻر ستن جي وچن لي وشواس
لئي رکي جي پنهنجي ذاتي انهو دواران جون ٿا ته اسان
پرماتما کي پنهنجي اندر اکين سان ڏٺو آهي .

الي راء روشن لعل چيو ته حضور! مان انين چوڻ کالسواء
رهي نٿو سگهان ته توهانجي سمجهائڻ جو طريقو ڪيڏو نه
عجيب آهي جو مشڪل کان مشڪل مضمون کي به توهين
سرل ۽ سلس بنائي ٿا ڇڏيو .

توجوان ٻئي بسٽر پڇيو ته حضور! توهانجي مت جي ڪهڙي
خاص خوبي آهي؟ يعني ٻين متن متانترن جي ڀيٽ ۾
توهانجي مارگ جون ڪهڙيون خاص وصفون آهن؟

حضور جن اتر ڏيندي فرمايو ته سنت مت جي اها خاص
وشيشتا آهي جو انجا ساڌڪ پنهنجي ورتي ٻاهران هٽائي
انترمک ڪندا آهن ۽ پنهنجي نج ڌام پهچندا آهن . پر عام
ماڻهن جي ورتي ٻاهر مکي هوندي آهي جتي دک، ڪليش
۽ پريشانيءَ کالسواء ٻيو ڪي ڪينهي . سنت چون ٿا ته
توهانجو اپائيدار توهانجي اندر آهي . پنهنجي زندگيءَ ۾ ئي
اندر وڃي پرماتما کي ڏسو . مرڻ کانپوءِ مڪتيءَ جي آسري
تي نه لڳو . جيئري ئي هنگي پراپت ڪريو . سوچيو! ته
هڪ اڻپڙهيل آدمي جنهنکي الف ٻ جي به ڄاڻ ڪانهي
سو موت کانپوءِ ايم . اي ڪيئن بڻجي سگهندو؟ زندگيءَ ۾
چور آهي اهو موت کانپوءِ ساڌو ڪيئن ٿي سگهندو؟ نه،
مرڻ کانپوءِ مڪتيءَ جون ڳالهيون سڀ بيسود آهن .

ازرگ پادريءَ چيو ته حضور! مان ڪجهه سوال پڇي
سگهان ٿو؟

حضور جن وراڻيو، "وڏي خوشيءَ سان."

پادريءَ چيو ته يسوع مسيح جي باري ۾ توهانجي

سال ٿيھ ٿيھ سال ڪٺالا ڪيا پورا نہ ٿيا پوءِ بہ اسين اھا
ھام لٽا ھٽي سگھون ٿا انسان ۽ وکيان جي مڪمل ڄاڻ
حاصل ڪئي آھي. اسين ان ۾ پورن رات ڪشاتا ٻاڻي لٽا
سگھون. پر توھين ڏسو وئا نہ ماٺھو آم وکيان جي ابياس
ڪرڻ بنا آتما ۽ پرماتما کي سمجھڻ ۽ سمجھائڻ جي دعوا
بنا ڪن خاص ڪري جڏھن ھيءَ سائنس ايتري سائنس جي
ايت ۾ آئي ڪلي آھي.

اڳريستر - واڪار ڪندي چيو تہ حضور! انين ليڪ آھي.

حضور مھاراج جن وڏا ڪرماڻو تہ مان توھانجي واچار لاءِ
ھڪ اِيي ڳالھ جو ذڪر ڪريان ٿو. توھين انسان جي شرير
کي ٿي ڏسو. پنج تت، پرٿوي، پاڻي، اَگني، وايو ۽
آڪاش جن مان ھي شرير ٺھيو آھي سي ھڪ ٻئي جا وروڌي
آھن، ڪيڙي نہ قابليت ۽ ڪاريگريءَ سان ھڪ ٻئي سان
ملي انساني شرير ۾ ڪم ڪري رھيا آھن. پاڻي باھہ کي
وسائي ڇڏي ٿو، وايو پاڻيءَ کي سڪائي ڇڏي ٿي ۽ پرٿوي
انھن سڀني کي کائي ڇڏي ٿي. پر اھي پنج ئي تت، جي ھڪ
ٻئي جا دشمن آھن، انساني شرير کي ھلائڻ لاءِ ڪيئن نہ ترب
۾ جڪڙيل آھن. ڇا انسانجو شرير پاڻ کان پاڻيھي پيو ھلي؟
توھين ڏسندا آھيو تہ موت ڪانپوءِ شرير زمين تي اڳيئن
وانگر انين جو انين پيو ھوندو آھي پر اھا وستو ھنجي اندران
نڪري وڃي ٿي، جنھن ھنکي ھلايو چلايو ٿي. اھا
ڪھڙي وستو ھئي جنھن شرير کي ستا ٿي بخشي، اُنکي
ھلايو چلايو ٿي؟ توھين چوندا تہ پران، پر اُنھن پرانن کي
ھلائڻ وارو ڪير آھي؟ من؟ چڱو من کي ڪير ٿو ھلائي؟
آتما؟ برابر اھا آتما ئي آھي جنھنکي پرڪاش ۽ جيون ان
شڪتيءَ جي ڀنڊار مان ملي ٿو جنھنجو ازغيبي ۽ ادرشت

لڌهن ڏسي سگهندا ۽ سمجهي سگهندا جڏهن لوهين صحيح وهيو ۽ رهنما ٻاڻ سان ڪٽندا ۽ لوهان ومڪ گهرلي پاس پروڙ هوندو لڌهن ني هنجي آنس ۾ پر پسائي سگهندا، هنجي ڏام ۾ وڃي سگهندا.

نوجوان ٻُرسٽر پڇيو تہ اهو سڀ قدرتي قانون مطابق هوءِ بخود تہ ڪولہ ٿي رهيو آهي؟

جواب ۾ حضور هن فرمايو تہ لوهين ”قدرت“ چا کي ٿا سڏيو ۽ اُنجا قانون قاعدا ڪهڙا آهن؟

ٻُرسٽر ورائيو تہ جهڙيءَ ريت سورج جو ڪم ئي آهي پرڪاش ۽ گرمي ڏيڻ ۽ چندرما جو سڀاءُ آهي راتہ جو سيتل چاندني ڦهلائڻ.

حضور جن فرمايو تہ ان ڳالهہ جي گهرائيءَ ۾ وڃو، تہ انهن جڙ شين کي اها قدرتي شڪتي ڪٿان ۽ ڪهڙي طرح ملي. هي سورج ۽ چندرما ڪيئن ٺهيا؟ ڇو صرف سورج گرم آهي پر چنڊ ۽ ڌرتي نہ؟ سردي ۽ گرمي ڪٿان ٿيون اچن؟ سردي گرمي، پرڪاش ۽ اونڌڪار ٻنهي جو وڇار ڪنهن کي آيو؟ انهن وچارن ڪيئن عملي روپ اختيار ڪيو؟

نوجوان منظور ڪيو تہ سچ پچ اهي ڳالهيون سمجهائيندڙ ۽ پيچيدِيون آهن.

تنهن تي داتا جن فرمايو تہ اُن ۾ الجهن جي ڪابہ ڳالهہ ڪانهي. الجهن ۽ مونجهارو پيدا ٿي تڏهن ٿو ٿئي جڏهن اسين آتمڪ منڊل جي کوج ۾ هن جڙ سنسار جي سڌانتن جو سهارو ٿا وٺون. جڙ جڳت ۽ چيتن آتما انهن ٻنهي لاءِ ساڳيو قانون لاڳو ٿي نٿو سگهي. آتما هي ٻہ سائنس آهي ۽ اها ٻين سائنس وانگر سکڻي ٻولندي آهي. هن دنيا جي ڌڻيءَ وگيان جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ لاءِ اسانکي ودهہ واڌ

سڀ ڪم ٺروڪُهن ٿيو هاڻي. هر روز سج پنهنجي مقرر وقت
تي اڀرندي کان اڀري سارو ڏينهن دنيا کي پرڪاش ڏئي
شام جو پنهنجو ڪم سندر چندرما کي سونپ ڪري پاڻ
کي اولهه ۾ ڇپائي ڇڏي ٿو. ان ڪانپوءِ جڳ مڳ تارا نيري
گگن کي روشن ڪن ٿا. ڌرتي پنهنجي محور تي ڪيئن نه
پيئي گهمي جيئن سج جو پرڪاش ڌرتيءَ جي هر حصي
تي پوي. ذرا ڏسو ته سهي نه ڪيئن بيشمار تارا ۽ گرهه
پنهنجي مقرر ٿيل راهن تي هلي رهيا آهن، پنهنجي مارڪ
کان هڪ انچ به هيڏانهن هوڏانهن نٿا ٿين ۽ نه وري ڪڏهن
پاڻ ۾ ٽڪرجن ٿا. پر توهين ڪيترائي دفعا ٻڌندا آهيو ته
ريل گاڏيون ۽ اسٽيمر جنکي قابل انجنيئر بلڪل هوشياريءَ
سان هلائين ٿا، اهي به پاڻ ۾ ٽڪرندا آهن، پر توهان
ڪڏهن به ڪو تارو ٻئي سان ٽڪرندو ڏٺو آهي؟

ڏسو ڌرتيءَ کي سرسبز ۽ هريو ڀريو بنائڻ لاءِ آڪاش
ڪيئن نه پاڻي برسائي ٿو. ڪهڙي طرح ڪڪر ڏورانهن
سمنڊن تان پاڻي آڻين ٿا ۽ موسمي هوائون ڪيئن نه انهن
کي چوڌاري ڪڍي وڃن ٿيون. نديون ۽ جهرڻا ڪيئن ٿا
زمين کي رڃ ڏين. ڪيئن ساڳ سبزيون ۽ عمدا ميوا ٿا
پيدا ٿين. ڌرتيءَ ڪيئن پنهنجي سيني مان رمڻيڪ سندر،
سگنڌ ۽ سرهاڻ ڀريا گل ڦل پيدا ڪري ٿي! اهو سڀ انسان
جي ڀلائيءَ کي چڪر ۾ وجهيو ڇڏي. هي سنسار جو وشال
ڪارخانو ڪهڙو نه اُتم ۽ اعليٰ آهي ۽ انجي هر ڪا مشين
ڪيئن نه نيم انوسار ۽ صحيح ڍنگ سان پنهنجو ڪم پيئي
ڪري! پوءِ ڪيئن چئي سگهبو ته اهو سارو ڪاروبار ڪنهن
انجنيئر بنا هلي رهيو آهي؟ نه، ڀلا! ائين ڪونهي. انجو به
انجنيئر آهي، پر توهين ان مهان انجنيئر جي اها ڪارگذاري

ڪئي آهي. ڪبير صاحب فرمائين ٿا:-

"وست ڪهين ٻولڻي ڪهين آوي ڪنهه بڻ هاٿ،
ڪهه ڪبير لب پائيئي، جيسي پهڙي ليکي ساٿ."

هن جڳ سنسار ۾ هن اسٿول اکين سان اسين صرف اسٿول شيون ۽ جڳ جڳت کي ئي ڏسي سگهون ٿا. هن اکين سان پرماتما يا روحاني نظارا ڏسي نٿا سگهجن. سڀ کان اول اها اک پيدا ڪرڻ جنهن سان پرماتما کي ڏسي سگهجي. پرماتما من اندر جو مضمون ڪرتي. اسان سڀني کي اهو ڪڏهن نه ڪڏهن انڀو ٿيو آهي ته هن جڳ سنسار جون ڪي ڳالهيون سمجهڻ ۽ ساڃهائڻ ۾ اسانجي اندر صحيح رهنمائي نٿي ڪري سگهي. ڪيترائي ڀيرا اسين بي اختيار چوندا آهيون ته هيءَ ڳالهه اسانجي سمجهه ۽ اندر کان پري آهي. آتما ۽ پرماتما جو مضمون اهڙو باريڪ ۽ پيچيدو آهي جو منش جي اندر انکي سمجهڻ لاءِ بلڪل اسمرٿ آهي.

پر هيءَ ڳالهه نه ساڃاهڻ اندر واري ماڻهوءَ کي نه سمجهه ۾ اچي سگهي ٿي ته هيءَ وشال رچنا، سورج، چندرما، تارا، پرٿوي، پهاڙ، سمنڊ ۽ هي سارو سنسار پنهنجو پاڻ ڪيئن ٺهيا آهن. ڪارڻ ۽ ڪارج جي اصولن تي هلندڙ هن دنيا ۾ ڪڏهن به ڪارڻ بنا، ڪوبه ڪارج ٿي نٿو سگهي. هر ڪارج جو ڪو نه ڪو ڪرتا آهي. سرشٽيءَ جي هن عجب ڪارخاني ڏانهن نهاريو. ڪيڏي نه امن ۽ شانتي رنگ سان اڄڪون ئي انهن مضمون پنهنجو ڪم سو انجام ڏيئون ڪن. سڀ ڪا شيءِ ان ڪارخاني جي سياڻي سنڀالڪ جي ٺهرايل قاعدن ۽ قانون انوسار ڪيئن نه پنهنجو ڪم پئي ڪري. ڪڏهن به ڪنهن ان جو الٽ ڪونه ٿو ٿئي. هن اوپ ليلا کي هلائڻ واري ان الاهي آواز جي حڪم انوسار

جتي دوڙ دوڙ ڏڏ ماڪن، بن مٿي پيد نا ڳهي دا.
اٿي نت مت ست ساڌن، تب اُڪ نشا پي دا.
ناهين وهه جوڳ گيان مدرا نت، ڀهه ڳت اوُر پڌ پدا.
جو ڪوئي چين ليمهه ڀهه مارگ، ڪارج هو گيا جيدا.
مرشد ست ڳڻن گورو لکيا، تن من ڪين آسيدا.
عاشق يار اڌر لک پايا، هو گيا ديدم ديدا."

يعني مون پرماتما کي اکين سان ڏٺو آهي. ٻيا سڀ صرف ٻڌڻ ٻڌائڻ ڳالهيون ٿا ڪن. جڏهن ڪام، ڪروڌ، لوڀ، لالچ وغيره کي جيتيم تڏهن منهنجو من وس ۾ اچي ويو. منهنجي اندر انهد شبد گونجار ڪرڻ لڳو ۽ مون اندر اهو امرت رس پيتو. ٽيسري تل ۾ پهچڻ سان مونکي پورو وشواس ٿي ويو. اشٽ دل ڪنول ۾ پهچڻ سان مون برهمانڊ جي مالڪ جو درشن ڪيو. جهڙي ريت ڪير مان گيهه تڏهن نڪري سگهي ٿو جڏهن ٻهراڻ اُلڪي جمائي ڏڌ ڪجي ۽ وري ڏڌ کي ولوڙي مکڻ رچائجي، اهڙيءَ ريت مون صحيح ساڌن دواران پياري پرماتما جي هٿان امرت جو پيالو پيتو. اهڙي اوستا يوڳ، گيان يا مدرائن جي ساڌن اپنائڻ سان پراپت نٿي ٿئي. اها ڳتي ته انهن سڀني کان نياري آهي. جڏهن مون پنهنجو تن من ۽ روح پوري گوروءَ کي سمپورڻ روپ سان ارپي ڇڏيو تڏهن ئي مون پنهنجي پريتم کي اندر سڃاڻي ڏٺو. جنهن به پياري هن مارگ کي چالو، ۽ اُن تي هلي اندر انيو پراپت ڪيو، تنهن پنهنجو ڪارج پورو ڪيو، پنهنجو جنم سڦلو ڪيو.

حضور مهاراج جن وڌيڪ فرمايو ته سچ ته اهو آهي ته جيڪي پرماتما جي هستيءَ ۾ شڪ آڻين ٿا انهن ڪڏهن به صحيح ڍنگ سان ۽ پوري چاهه تي اُنجي کوج نٿي ڪئي

هو نروار ڪري نٿا سگهن، ڇاڪ اهو ٻولي ۾ اظهاري سگهجي نه
هيءَ دنيا ڪنهن بڻائي ۽ ڇو بڻائي وئي، هن دنيا ۾ اسين
ڇو آهيون ۽ آخر ڪٿان آيا آهيون؟ جيڪڏهن توهين صرف پنهنجي
عقل ۽ بُڌيءَ جي ذريعي سان پرماتما جي سچي گيان حاصل
ڪرڻ ۾ ڪوشش ڪندا ته ڪامياب ڪين ٿيندا. ٻُڌي ۽ وچار کان
پري آهو جو مارگ آهي جنهن تي هلي، اوچون منزلون طي
ڪري اسين مالڪ جو گيان پراپت ڪري سگهون ٿا.

حضور جن وڌيڪ فرمايو ته هيءَ سرشٽي، آتما، پرماتما،
ڪرمن جو قانون، چوراسيءَ جو چڪر، جنم مرڻ، موت کان
پوءِ جو جيون ۽ ٻيا ڪيترا روحاني راز، اهي سڀ اهڙا اُونهون
ڳالهيون آهن جن لاءِ هڪ دفعو مڻش کي سنتن مهاتمائن جي
وچن ۽ گواهيءَ تي وشواس ڪرڻو ئي پوندو. وار جي کل
لاهڻ مان ڪو لاڀ ڪونه ٿيندو. مڻش کي پنهنجو ذاتي
انڀو ۽ گيان پراپت ڪرڻ گهرجي ۽ ان کي حاصل ڪرڻ جو
ساڌن پڻ آهي. توهين پنهنجي اندر ۾ اک، آتما جي
اک کوليو. اسان جي اندر اهڙي اک آهي ۽ اها کولي
سگهجي ٿي. گورو نانڪ صاحب فرمائين ٿا:

”نانڪ سي اکڙيان بي هن جني ڏسندو مان پريان.“

اهي اکيون ٻيون آهن جن سان پريان پسي سگهجي ٿو.
سڀني سنتن جو اهو ئي ڪهڻ آهي ته هن پنهنجن اکين سان
مالڪ جو درشن ڪيو آهي. دادو صاحب جن فرمائين ٿا:

”دادو ديکا ديدا سب ڪوئي ڪهت شنيدا.
هوا هرس اندر اس ڪيدا، لب ايه دل ڀيا سيدا.
عد ناد گگن گڙ گرجيا، تب رس کانيا آمدا.
ڪهه سي سرسه مجلس ميں، آپا اجر عشيدا.
ڪنول دل درگ ميں درشن پايا حور ددبدا.

جو اھو ئي سرجڻھار آھي. ھي سنسار سڀاري ٻا ۽ نرآڌار
ڪوٺھي پر اھو مالڪ اگم، اپار، بي انت ۽ اپنڊ آھي ۽ ان
جو پار اسين پائي نٿا سگھون.

بڌي ۽ ترڪ شڪتي اندرين دوارن پراپت ڪيل انڀون
جو سار آھي پا توھين انھن ڇڏي سگھو ٿا تہ اِھي ڪرمن
۽ پرورتين جو نتيجو آھن. بڌي صرف اسانجي دنيوي
ڪمن ڪارڻ ۽ رھنمائيءَ لاءِ آھي پر اُنجو دائرو
محدود آھي. پوءِ اسانجي بڌي روحاني ڳالھين ۾ ڪھڙو
ڀي ڪم ڏئي سگھي، جي ھنجي پھچ کان پري آھن.

حضور مھاراج جن وڌيڪ فرمايو تہ ھن محدود بڌيءَ سان
پرتڪش سنسار جون ڪيترائون ڳالھيون اسين سمجھي نٿا
سگھون. پوءِ اندرين کان پري جي دنيا جي ڳالھ ئي ڪھڙي؟
سمجھو تہ ڪو ٻار پنھنجي ماءُ کان ٿو پڇي تہ امان! مان
ڄائس ڪيئن؟ جيتوڻيڪ ماءُ کي اُن جو جواب اچي ٿو پر
اھو ٻار جي سمجھہ ۾ ايندو؟ ھوءَ مشڪي چوندس ٿي تہ
تون ٿوڪي ھڪ خانہ بدوش مائيءَ کان ٽڪو ڏئي خريد ڪيو.

تنھن تي نوجوان ٻہ اِسٽر چيو، حضور! وگيان ۽ منش
جي بڌي تہ وڏا وڏا ڪرشما ڪري ڏيکاريا آھن.

حضور جن ورائيو تہ مان ان کان اِنڪار ڪونہ ٿو ڪريان
پر وگيان ۽ منش جي بڌيءَ صرف پنھنجي دائري ۾ ئي
ڪم ڪيو آھي. وگيان، بڌي ۽ ترڪ وڌيڪ ۾ وڌيڪ
انومان لڳائي سگھن ٿا، جي ڪڏھن صحيح ثابت ٿين ٿا تہ
ڪڏھن غلط. پر جڏھن اسين ھن سنسار جي ھلائڻ واري
جي رھسيہ رازن کي پنھنجي بڌيءَ دوارا سمجھڻ جي
ڪوشش ڪندا آھيون تہ اسانجي نتيجن جي غلط ھئڻ جو
امڪان پاڻ وڌيڪ ٿو رھي. سائنسدان سنسار جي آد ۽ انت

ڪيو. ايران جي مسلمان درويشن ۽ چين جي مهاتمائن ـــ
اندرين اُلهون هو ساڳيو ئي ورلن ڪيو آهي جيتوڻيڪ هتن
ڪي هندو شاسترن جو ذرو به گيان ڪونه هو. هو لکي
سنسڪرت يا هندستان جي ڪا ٻي ٻولي ڄاڻندا هئا ۽
لکي هتن ڪڏهن ڪنهن هندو سنت مهاتما جو درشن
ڪيو هو. سنگررو دکما ڏاڻ وقت اندرئين روحاني سفر
جون خاص خاص نشانيون مختصر طور سمجهائي ٿو. جيڪي
شش اندر وڃن ٿا اُهي ان مارگ جون سڀ ڳالهيون ڏسي
پرزي پنهنجي سنگررو* کي وستار سان ٻڌائين ٿا ۽ سڀني
شش جو اهو ورلن بلڪل ساڳيو ٿيندو آهي. پر اُهي سڀني
جا راز سڀني اندر ساڳيا پيدا آهن ۽ ٻين کان ڳجها رکندا
آهن. اندر جا آلمڪ انبو اهڙا ئي ٿوس، حقيقي پر ٻيا ۽ سچا
آهن جهڙي هيءَ ٻاهريان جڙ دنيا.

اِلي ٽرسٽر پڇيو ته حضور! سچ پچ پرماتما آهي يا
ٻالن ٻولن اِنسانن سان صرف مذاق ڪئي وئي آهي. پرماتما
جي ضرورت ئي ڪهڙي آهي؟ اسانجو ڪاڏو هن کان سواءِ
نٿو هلي سگهي ڇا؟

حضور جن جواب ڏنو ته مان توهان سان اها ڳالهه ڪري
آيو آهيان ته ڪي ڳالهيون اسانجي اِنديه* جي پهچ کان پري
آهن ۽ اسين اُنهن کي بحث مباحثي يا ٽرڪ دواران ثابت نٿا
ڪري سگهون. اهڙيءَ طرح پرماتما اسانجي اِنديءَ، مَن ۽
اِندرين جي پهچ کان پري آهي. ويدن جا گيانا رشي مني،
گريس ۽ روم جا پراچين فلاسافر، چين جا مهاتما، عربستان ۽
پرشيا جا درويش جن آتما ۽ پرماتما جي باري ۾ وگيانڪ
ڳ ڪئي آهي ۽ اڌيالمڪ ڄاڻ حاصل ڪئي آهي، اُهن سڀني
ساڳيو ڪٿن آهي ته پرماتما آهي ۽ هن سرشٽيءَ*

اهي مهاتمائن لئي، جيڪي اندر وارا آهن ۽ جن پنهنجي اندر ۾ ان
اکين سان ڪجهه ڏٺو آهي ۽ ائين ڪيو آهي، پر وسو ۽ وشواس
لهو اچي ته پوءِ هو خود اندر وڃي هنن ڳالهين جي سچائي
معلوم ڪري سگهي ٿو. مان اوهانکي هڪ اهي ڳالهه ٻڌايان
ٿو. سنسڪرت ورنا مالا جا اُمنالهه اکر هيٺين ڇهن چڪرن
جي ڪملن جي اُليتالهه پنکڙين مان لکيا آهن. اهي ٿيو
لڳي ته پارس جي رشمن مٿين اهي اکر اُلان لئي ڪيا آهن
۽ اڪري لئي سنسڪرت کي ديو واڻي ڪوٺجي ٿو. اهي
چڪرن کي پار ڪرڻ وارن مسلمان مهرن پڻ ان حقيقت جي
تائيد ڪئي آهي. ان ڳالهه جي سچائي لذڪراس ال هوئيا
مان پڻ معلوم ڪري سگهجي ٿي، جنهن ۾ هڪ مشهور
ومعروف مسلمان مهاتما پنهنجي انهن جو ذڪر ڪيو آهي.
اهو انهن جو آهي، اها ته اُن جي رچندڙ کي سڌ، پر هرڪو
اندر پرويش ڪندڙ اڀياسي انهن ٿي ڇوي ٿو ته اها حقيقت آهي.

پادري پروفيسر حيرت وچان چيو ته اها ته عجيب
ڳالهه ڇٽي.

حضور جن فرمايو ته پرماتما جي سرشٽيءَ ۾ ان کان نه
گهٽ وڌيڪ حيرت انگيز ڳالهيون آهن.

نوجوان پروفيسر پڇيو ته حضور، ڇا اهو ڀرم ته ڪونهي
يا من گهڙت يا خيالي ڳالهيون ته ڪونهن ڇاڪاڻ ته مانهو
اهو ئي ڪجهه اندر ڏسي ٿو جيڪي ڪمس پڙهجي ٿو ته
اندر آهي.

حضور جن ورائيو ته بيشڪ ائين ٿيندي ها جيڪڏهن اهو
انيو هڪ يا ٻن مانهن جو هجي ها. پر جيڪي پيارا اندر
ويا، اهي چاهي الڳ الڳ ديشن ۽ ڌرمن جا هئا، الڳ
الڳ وقتن ۾ آيا، انهن سڀني اندر ۾ ساڳيو انيو پرايت

۽ ڪروڙ ميل اسانجا وچار سائيا ڪرڻ هوندا آهن جيڪا
شانتي وااوڙ ۾ . مثال هي ٻڌي عمر ۽ من جي ورتين الوسار
بدلجندي رهي ٿي . بالپڻ ۾ ٻڌي جوانيءَ واري ٻڌيءَ کان
علحدي هوندي آهي ، ساڳي ريت هريسيءَ ۾ ٻڌي
شاهوڪاريءَ واريءَ ٻڌيءَ کان نرالي هوندي آهي . اها
هميشه بيٺي بدلجي . جنهن ٻڌيءَ جو پيمانو هميشه پيو
بدلجي ، پوءِ ان ٻڌيءَ جو ڪهڙو وشواس ڪجي!

تنهن تي نوجوان ٽرسٽر پڇيو ته حضور! ان جي معنيٰ
ته بحث مباحثو ڪرڻ اسان جو ڪم ڪونهي؟

مهاراج جن فرمايو ته ، اهو اسانجي دماغ جو ڪم آهي.
اسانجو دماغ صرف اهي ڳالهيون سمجهي سگهي ٿو جيڪي
اسانجي اندرين دوارن ٻروزي سگهجن ٿيون . پر ان اڳيان
۽ اڳاڏ کي ٻروڙڻ دماغ جي دائري کان ٻاهر آهي . پرماتما
۽ ان جي ليلا کي ته صرف آتما ئي سمجهي سگهي ٿي . آتما
پنهنجي شڪتيءَ دوارا اڳيءَ جي مدد کانسواءِ ڏسي ۽
ڄاڻي سگهي ٿي .

"هي ته ڏاڍيون اجرج پريون ڳالهيون آهن."

ٽرسٽر تعجب ۾ چيو ،

حضور جن فرمايو ته اسانجي ٻڌيءَ جي پهچ کان پري
گهڻيئي اڻکيون ڳالهيون آهن . اهو ڪو صرف سي بنياد
وشواس ڪونهي بلڪ هڪ ٺوس حقيقت آهي ته پنهنجي
اندرين اکين سان ڏسي سگهجي ٿو . جي اسانکي انهن مهاتمائن تي
وشواس ناهي جن پنهنجي اندر جهاتي پائي آتم گيان پرايو
آهي ته پوءِ تحقيقات ڪرڻ جو صرف اهو ئي طريقو آهي ته
اسين پنهنجي اکين سان اندر وڃي ڏسون . پرماتما اهڙي
رچنا جو ٻڌائي اهو ته ماڻهو چئي نٿو سگهان پر جيڪي

بئرسٽر چيو ته اُن جو مطلب اهو ٿيو ته ڪنهن کي به ان سوال جي جواب جي ڄاڻ ڪانهي.

حضور جن فرمايو ته ائين ڪونهي، مگر انهن سڀني ڳالهين ۾ ڪو نه ڪو راز رکيل آهي. ڪن حقيقتن جي سمجھ ۽ ترڪ دوارا ته، مگر ذاتي انڀو دوارا ئي ڄاڻ حاصل ڪري سگهجي آهي. انهي ڏس ۾ انساني ٻُڌي ۽ چترائي زياده مدد نٿيون ڪن، ڇو جو انهنجو دائرو بلڪل محدود آهي انهن کي ڇڏي اسانکي اندروني نرت جو سهارو وٺڻو پوندو، آتما جي ان اک کي کولڻو پوندو، جا ان سوکيم ۽ چيتن پرماتما کي ڏسي سگهي ۽ اُن اک کي کولڻ لاءِ اسانکي پورن ستگوروءَ جي مدد ۽ سهائتا جي ضرورت پوي ٿي.

"پوءِ پرماتما اسانکي ٻُڌي ڇو ڏني؟"

نوجوان بئرسٽر سوال پڇيو.

جواب ۾ حضور جن فرمايو ته دنيا جا ڪم ڪار ڪرڻ لاءِ هن اسانکي ٻُڌي پردان ڪئي. ان کان سواءِ ٻُڌي ڪم نٿي ڏئي. در اصل اسانجي ٻُڌي آهي ڇا؟ هن جڙ سنسار ۾، اسانجي جڙ اندرين دوارا پراپت ڪيل تجربن جي نچوڙ يا سار کي ٻُڌي ٿو چئجي. الڳ الڳ ماڻهن جي ٻُڌي الڳ الڳ ٿيندي آهي. آس پاس جو واتاورڻ، زندگيءَ جون حالتون، تعليم وغيره اُنهن سڀني جو منش جي ٻُڌي ٺاهڻ ۾ وڏو هٿ آهي. نتيجو اهو آهي ته هرڪو پنهنجي نموني ۾ سوچي ٿو.

هڪ امريڪن جي سوچڻ جو ڍنگ، هڪ افريڪن حبشيءَ جي سوچڻ کان نرالو رهي ٿو. هڪ انگريز ۽ هڪ جرمن جا وچار انهن کي الڳ الڳ نتيجن تي پهچائين ٿا. چينيءَ جا دليل پنهنجا آهن ته روسيءَ جا پنهنجا. ڪام

پرماتما پهچڻ دڳا سان اهڙيون شڪتيون پيدا ڪرڻ هجن، جو ڪرامتون ڏيکاري سگهي ۽ جنهن پهچڻ اندر ڪراميت ۽ مريد جو درشن ڪرڻ هجي ۽ عبادتي ڌرم انوسار ڪيس ڏکيا ملي هجي.

حضور جن فرمايو، ”سک، ساڌو ۽ سنت، اهي سنت مت ۾ روحاني ڏگريون آهن. جهڙي طرح وديا جون بي. اي، ايم. اي ۽ پي. ايڇ. ڊي. ڏگريون ليندڙ آهن. مون لوهالڪي هن کان اڳ ۾ ٻڌايو آهي ته اکين کان هيٺ شرير جا ڇهه چڪر آهن ۽ ڇهه اکين کان مٿي. جيڪو هيٺين ڇهن چڪرن کي طي ڪري تنهنکي پوري پرکسي چيو آهي ۽ جيڪو مٿي سهس دل ڪنول اچي وڃي تنهنکي سک يا شبد چيو آهي. برهم جي ديش تائين وڃي ڪي برهم گيالي يا برگيشور ۽ پاربرهم تائين جنهن جي رسائي آهي تنهنکي ساڌو چيو آهي. انهيءَ کان مٿي سنت لوڪ تائين وڃي ڪي سنت سڏبو آهي ۽ انهيءَ کان مٿي جنهن انامي تائين رسائي حاصل ڪئي آهي تنهنکي پرم سنت سڏبو آهي. انهيءَ آخرين مقام مان سنت جيون کي واپس وٺي وڃڻ لاءِ هن ماتلوڪ ۾ ايندا آهن.“

نوجوان ٻيهر سوال پڇيو ته حضور! پرماتما اهڙن پيچيدن منڊلن ۽ چڪرن کي ٺاهيو ڇو؟ دراصل ته هن هيءَ دنيا ڇو ٺاهي جا هيتري ڏک درد ۽ شڪ سنساب سان ڀري پئي آهي؟

حضور جن مشڪي فرمايو ته ان سوال جو موزون جواب مان هڪ پراچين سنت جي اکرن ۾ ڏهرايان ٿو، ”انهيءَ کان پڇو جنهن اها سرشٽي ٺاهي آهي. جڏهن مالڪ رچنا ڪئي مان هن سان گڏ ڪونه هوس.“

مان هندستان جي هر سماج ۾ ويو آهيان ۽ مون کي رسائيءَ
واريون آتمائون تمام ٿوريون مليون آهن.

حضور جن وڌيڪ فرمايو، ”ساڌو اهو آهي جنهن پنج وڪار- ڪام، ڪروڌ، لوڀ، موهه ۽ اهنڪار تي وجئه پاتي آهي، پنهنجي من کي وس ۾ ڪيو آهي ۽ جو سهس دل ڪنول، برهم ۽ پار برهم کي پار ڪري ست لوڪ پهتو آهي.“ جهڙي طرح پاڻيءَ جي بوند سمنڊ ۾ سمائجي ڪاٿو بوند نٿي رهي مگر سمنڊ جو ئي روپ اختيار ڪري ٿي، اهڙي طرح مالڪ روپي سمنڊ ۾ گروءَ جي آتما ملي پنهنجي هستي گنوائي ڇڏي ٿي ۽ پرماتما سان ملي پرماتما ٿي بڻجي پوي ٿي. ظاهري طور گرو ساڌارڻ منش ڏسڻ ۾ اچي ٿو پر اندر هنجي حيثيت ۽ رتبي جو اندازو ئي نٿو لڳائي سگهجي. جيڪي اندر وڃن ٿا اهي ئي اهو ڄاڻي سگهن ٿا. مولانا روم صاحب فرمائن ٿا ته اهي پرماتما جا پيارا پٽ آهن ۽ پرماتما کين اهڙي شڪتي بخشي آهي جو قضا جو تير واپس موڙي سگهن ٿا. گرو ارجن ديو جن فرمائن ٿا ته سنتن جي شڪتي اپار آهي. هو جيڪي چاهين سو ڪري سگهن ٿا. ڀلا اهڙا سنت جي ڌر ڌام تائين وڃن ٿا ٻاڪ وڌيڪ، درست ائين ٿيندو ته جيڪي ڌر ڌام کان اچن ٿا تن جي اوهين ڪهڙي مهما ڪري سگهندا؟

نوجوان پادري پڇيو ته حضور! جنهن کي انگريزيءَ ۾ Saint سينٽ چئجي ٿو تنهن کي ئي اوهين سنت ٿا سڏيو؟
حضور جن فرمايو ته پهريان اوهين ٻڌايو ته اوهين ”سينٽ“ ڪنهن کي سڏيندا آهيو؟

پادريءَ وراڻيو ته اسين اُن کي سينٽ چوندا آهيون جنهن ساڌنا ڪري الوڪڪ شڪتيون حاصل ڪيون هجن يا جنهن کي

ڀائي! انهن ننڍن ننڍن ڳالهين کي ڇڏي انهيءَ سچي نام
کي پڪڙيو جو توهانجي اندر آهي ۽ پنهنجي اچ گهر پهچو.
انهيءَ لاءِ توهانکي پوري گروءَ جي کوج ڪرڻ کپي.

پر مشڪلات اها آهي ته دنيا ۾ اهڙي پرڪارن جا گرو
آهن. يوگي، ويدانتي، سنياسي، اُداسي، وئراڳي، نرملا،
ٺهنگ، النقشبندي، پاس آن داس، بهائي وغيره. اهڙي حالت
۾ سچي گروءَ کي ڪيئن سڃاڻجي؟ انهيءَ جو جواب آهي
ته پرماتما خود سچي گروءَ جي کوج ڪندڙ جي سهائتا ڪري
ٿو. جگياسوءَ کي جاڳائي ته هو پنهنجو اشٽ سچکنڊ يا امر ارڪ
رکي، جو پرلئه مها پرلئه کان پري آهي ۽ انهيءَ نام تائين
وٺندڙ مهاتما جي ڳولا ڪري. اهڙا پورن پرماتما تمام ٿورا
ٿيندا آهن پر جگياسا سچي هوندي ته ضرور پرماتما ميلاپ
ڪرائيندو. اهڙا ڪامل فقير هندن، مسلمانن ۽ ٻين قومن ۾ به
ٿيندا آهن پر ٿيندا جزوي آهن ۽ سر پشت پاڻ واري ڪي
ملندا آهن.

اتي راءِ روشنلعل پڇيو ته گرو صاحب سادن جي اندري
مهما چو ڪئي آهي؟ هو ته اندري تدر جون ٿا:

”جن ساڌ ڪي ڌوڙ ڌوءِ پهرور،
ارپ ساڌ ڪنٺ اپنا جيرور،
ساڌ ڪي ڌور ڪرهم اشنان،
ساڌ اوپر جائيئي قربان.“

حضور جن فرمايو ته اهو سچ آهي. پر توهين ساڌو ڪنهن
کي ٿا سڏيو؟ گيڙو رنگ ڪپڙا پهريندڙ ۽ ڀکيا پنندڙ ساڌو
ڪونه آهن. اڄڪلهه آدمشماري موجب هندستان ۾ ٥٠ لک
آهن. پر سچا ساڌو جن ڪجهه روحاني ترقي ڪري
جي چڙهائي ڪئي آهي سي ڳاڻ ڳڻيا هوندا.

گورو نانڪ صاحب فرمائين ٿا:-

"تن من کوجي لڌو نام پائي."

يعني الهيءَ نام کي پسائڻ لاءِ پنهنجي تن ۽ من جي کوج ڪرڻي پوي ٿي. شمس تبريز جو مسلمانن ۾ وڏو ڪمائيءَ وارو فقير ٿيو آهي، انهيءَ نام جو ذڪر ڪندي فرمائي ٿو ته هر وقت منهنجي ڪنن ۾ هڪ مڌر آواز آڪاش منڊل مان ٻڌڻ ۾ اچي ٿو. ڪنهن ورلي وڏ ڀاڳيءَ ڪانسواءِ الهيءَ کي ڪير ٻڌي نٿو سگهي.

بيشڪ ڪو قسمت وارو انهيءَ نام کي ٻڌي ٿو پر اهو نام سڀني جي اندر موجود آهي، پوءِ هو چور هجي يا ڌاڙو. انهيءَ الاهي آواز کي اسين انهيءَ ڪري نٿا ٻڌي سگهون ڇو جو اسانجي اکين جي پوپٽن تي ڪپاٽ لڳل آهن. جي خوش قسمتيءَ سان ڪو پورو ست سنگرو ملي وڃي ته پوءِ اندر جا ڪن ۽ اکيون کلي سگهن ٿيون ۽ انهيءَ نام کي ڏسي ۽ ٻڌي سگهجي ٿو. جي سڀئي مت ۽ مذهبن جا پوئلڳ انهيءَ نام جي کوج ڪن ته پوءِ سڀئي مذهبي جهڳڙا ۽ واد وواد ختم ٿي سگهن ٿا.

هيترا مذهبي جهڳڙا ۽ متڀيد ڇو ٿا ٿين؟ صرف اگيان ۽ سوارٿ جي ڪارڻ. جڏهن به ڪو ست مهاتما اچي ٿو ته هو انهيءَ اصلي نام جو اپديش ڪري ٿو. هو ڪنهن به ڌرم يا مذهب کي برپا نٿو ڪري پر هن جي وڃڻ کانپوءِ اسين دنيا جا ماڻهو پاڻ کي مختلف متن متانترن ۾ ڦاسائي ٿا ڇڏيون. پيغمبر محمد صاحب هڪ هو، قرآن شريف هڪ آهي پر مسلمانن ۾ اڄ ٻاهتر فرقا آهن. گورو نانڪ صاحب ڪا سک ڌرم جي اسٿاپنا ڪانه ڪئي پر اڄ سکن ۾ ٻاوٽه فرقا آهن. سنتن جي سکيا ته نهايت سرل آهي. هو چون ٿا ته

پروفيسر پڇيو ته حضور! 'نام' تڏهن ڇا کي ٿا چئو؟
حضور جن ورائيو ته 'نام' جي اکري معنيٰ آهي نالو،
يا پرماتما جو ڪو پڪو نالو. پر سنتن جو نام اکر، پڙهڻ
يا اچارڻ وارو يعني ورنآتمڪ نام ناهي. اهڙن جو نام انگريزيءَ
۾، پارسيءَ ۾، سنسڪرت ۾ يا ٻي ڪنهن به ڀاشا ۾ نه لکي
سگهجي ٿو نه زبان سان اچار يا بيان ڪري سگهجي ٿو. اُهو
ڪنهن به ٻوليءَ سان واسطو ڪونهي. اُهو لفظن ۾ اظهار ۾
نٿو سگهي، نڪي زبان اُچار ورڻ ڪري سگهجي ٿي.
جيڪڏهن پرماتما جو نام ڪنهن هڪ ديش جي ٻوليءَ ۾
يا ڪنهن هڪ قوم يا ذات جي ٻوليءَ ۾ هجي ها ته پوءِ اها
ته جيڪر ٻين ديشن ۽ قومن سان وڏي بي انصافي ٿئي
ها. پرماتما جو نام ته سڀني لاءِ هڪ ئي آهي ۽ سڀني لاءِ
سمان آهي. اهو نه لکڻ ۾ اچي سگهي ٿو ۽ نڪي زبان سان
اچار بيان ڪري سگهجي ٿو.

ان نام کي رشين منين "آڪاش واڻي"، ودن، ناد
۽ اپنشدن انيڪ اُدگيت ڪري ورڻن ڪيو آهي. مسلمان فقيرن
انکي ندائي آسماني يا سلطان الاذڪر ڪري ڪوٺيو آهي.
گورو نانڪ صاحب الهيءَ کي شبد، حڪم، ڪيرتن ۽ ٻين
نالن سان سڏيو آهي. بائيبل ۾ الهيءَ نام جو Word يا Logos
ڪري ذڪر ڪيو ويو آهي.
الهيءَ نام هيءَ سڀ رچنا بڻائي ۽ الهيءَ هي سڀاري
رچنا کي ٺاهي رهيو آهي. گورو نانڪ صاحب جن

پر مالما ڪون مليو آهي. راوڻ نہ رڳو وڏو ودوان هو بلڪ چئن ويدن جو ٽيڪا ڪار پنڊت پڻ هو. هنجي ويدن تي ڪيل ٽيڪا سرو سر بشت مڃي ويندي هئي. پر هنجو اخلاق ڪهڙو هو؟ توهان سڀني کي سڌ آهي تہ ڀارت جي هر ڳوٺ ۽ شهر ۾ هر سال سندس پتلو ڇو جلايو ويندو آهي؟ پرمالما گرنٿين پوٿين ۾ ڪونهي. هو تہ توهانجي اندر ۾ آهي. گرنٿن ۾ تہ صرف هنجي مهما آهي. ڪيول ديہ ڌاري گورو ئي هنکي حاصل ڪرڻ جو مارگ ڏيکاري سگهي ٿو. ڪنهن ڪامل مرشد يا پورڻ گوروءَ جي کوج ڪريو ۽ هنڪان اندر وڃڻ جو ڀيد وٺو. جڏهن توهين اکين جي پويان تيسري تل ۾ پهچندا تہ ڏسندا تہ ستگورو توهان جي انتظار ۾ بيٺو آهي. ان کان پوءِ هو سدائين توهان سان انگ سنگ رهندو، ڪڏهن بہ توهانجو ساٿ ڪونہ ڇڏيندو.

حضور مهاراج جن وڌيڪ فرمايو تہ توهين ڀلي يورپ وڃو، اميريڪا، آفريڪا يا ڪنهن ٻئي ديش وڃو، ستگورو هر وقت ۽ هر هنڌ توهان سان انگ سنگ آهي. توهين پنهنجي ڪمري ۾ در بند ڪري ويهي رهو، ستگوروءَ کي ياد ڪريو، هو توهان جي سامهون اچي پرگهٽ ٿيندو. توهين کانئس ڪو بہ سوال پڇو، هو انجو جواب ڏيندو. هو هر مصيبت ۾ توهانجي مدد ڪندو، هر ڪشٽ ۽ ڪنڊانيءَ مهل توهانجي رهنمائي ڪندو. جهنگلن ۾، پهاڙن ۾، سمنڊن ۾ بيابانن ۾ هو توهانجي رکيا ۽ حفاظت ڪندو. ڀڳتيءَ جو اهو ئي سچو مارگ آهي، باقي ٻيو سڀ مايا جو پسارو آهي. ڪن پل لاءِ ٿڌي دل سان سوچيو تہ هن سنسار ۾ ڪهڙي دولت ڪٺي ڪرڻ يوگيہ آهي؟ اها صرف نام جي پونجي آهي جا هن دنيا ۾ توڙي پرلوڪ ۾ اسانجي سهائتا ڪري ٿي.

ذريعي اڪري، استري، ٻار، ڏاڏرن، ماءُ، پيءُ ۽ ٻين
رشتيدارن دوستن ۽ سنسار جي جڙ ۽ چيتن پدارٿن ۾ چنبڙي
پيئي آهي. جڏهن اهو پيار سڀني طرفن کان هٽي ڪري
ستگروءَ لاءِ ڪيندرت ٿئي ٿو ته پوءِ ان ۾ ڪيتري طاقت
۽ شڪتي اچي ٿي ۽ اهو ڪهڙا ڪرشما ڪري سگهي ٿو
ان جو اندازو به لڳائي نٿو سگهجي.

پروفيسر پڇيو، حضور گروءَ لاءِ اهڙو پيار ڪيئن ٿو
اُتپن ڪري سگهجي؟

دادا جن وراڻيو، "مان خوش ٿيو آهيان جو توهان هي
سوال پڇيو آهي. سچو پيار ۽ ڀڪتي ڇا آهي؟ گرو ارجن ديو
هن شبد ۾ ان جو جواب ڏين ٿا. "ستگرو وچن ڪماوڻا
سچا ايهو وچار." يعني ستگرو جيڪو به حڪم ڏين ٿا،
انجو اَٽل وشواس سان پالن ڪرڻ آهي ستگروءَ سان سچو
پيار ڪرڻ. ستگرو حڪم ڏني ٿو ته شراب ڪباب کان ڪنارو
ڪريو ۽ نيڪ پاڪ جيون گذاريو. ڪنهن جو به ڏن پدارٿ
چوري نه ڪريو. ڪام ڪروڌ کي ٿيايو ۽ وشيه وڪارن مان
من کي هٽائي اندر روحاني منڊلن جي چڙهائي ڪري مالڪ
جي منڊل ۾ پهچو، اهو آهي انساني زندگيءَ جو صحيح مقصد.
ستگروءَ سان پيار ڪرڻ آهي گويا آپانٿهار سان پيار ڪرڻ.
ستگروءَ جي پيار کي مڪمل ڪريو. ستگرو پرماتما جي
پيار ۾ پرپورڻ آهي ۽ جيڪڏهن اسين ستگروءَ سان پيار
ڪنداسين ته اسين پرماتما جي پيار سان پاڻمرادو ڀرپور ٿي
وينداسين. پرماتما ۾ لين ٿيڻ جو اهو ئي مارگ آهي. ستگروءَ
سان پريم ڪرڻ آهي پرڀو پراپتيءَ جو پهريون ڏاڪو.

اڄ ڪاٿي ڪنهن کي به گرنٿ پراڻيون پڙهڻ سان يا تيرٿ
لکڻ پڙهڻ سان يا گنگا آدي ندين جي اشنان ڪرڻ سان

۽ راجا ٻيءَ جو گورو هو ۽ زندگي ڀر مرڻيءَ جو ڪم
ڪندو رهيو ۽ ماڻهن جون جتيون مرمت ڪندي ٻُڌيءَ
گذاري ڪيائين رهيو. سنت نامديو ڪپڙو ٺڪري ٻُڌيءَ گذر
ڪندو رهيو. گورو نانڪ جن کيتي ڪئي. مهنجا ستگورو
بابا جئمل سنگهه جن فوج ۾ ڪم ڪندا هئا ۽ ريٽائر ڪري
معمولي پينشن تي گذر ڪري سنگت جي سيوا ڪندا رهيا.
مالڪ جو پيارو ۽ ڀڳت هميشه حق حلال جي ڪمائيءَ جي
روٽي کائيندو آهي جو غلط طريقن سان ڪمايل روٽي من کي
ملين ٿي ڪري ۽ ابياس ۾ وڏي رڪاوٽ ٿي وجهي.

"اهو انسان ڪهڙو نه خوش نصيب آهي جڏهن ڪنهن ڀاڳ
ڪڏهن اهڙي سنت سان ملاقي ٿئو! هو اسانجي ساو سنڀال
لهي ٿو ۽ اسانجي زندگيءَ جي واڳ ڏور سنڀالي ٿو. پوءِ
هنڪان وڌيڪ ٻيو ڪير اسانجو عزيز، پيارو، مٽر ۽ سهائڪ
ٿي سگهي ٿو؟ الڪري ئي گورو ارجن ديو پوڄا ۽ پيار جو
ڀرپور استان گوروءَ کي ڏنو آهي. ۽ گورو ٻُڌيءَ پوڄا
نٿو ڪرائي ۽ نڪي هن کي اسانجي پيار جي ضرورت آهي.
ستدس پيار پورن روپ مالڪ سان لڳل آهي ۽ هو اهائي
سکيا ڏئي ٿو نه توهين به مالڪ سان پيار ڪريو. پوءِ پهرين
گوروءَ سان پيار ڪرڻ جو ضروري آهي؟ صرف انهيءَ لاءِ
نه اسانجو پيار سڀني طرفن کان هٽي ۽ پرمارٿ جي طرف
لڳي وڃي.

جڏهن ڪنهن ٽانڪيءَ جو پاڻي جو ڪيترن ئي سوراخن
۽ نلن رستي وهي ويندو هجي، ان جا ٻيا سڀ نل ۽ سوراخ
بند ڪري جيڪڏهن صرف هڪ نسي نل کسان اهو پاڻي
وهائجي ٿو ته ان ۾ ڪيڏو نه زور ٿو ٿئي. اهڙي ساڳيءَ
ريت اسانجي آتما جي ڌارا اکين، ڪن، نڪ ۽ ٻين دوارن

ڪرڻ چوندو آهي ته مان گرو آهيان. هو نه چوندو آهي
ته توهين مونکي پنهنجو ڀاءُ، متر، استاد، پُٽر يا شيوڪ
ڪري سمجهو پر منهنجو چوڻ مڃو ۽ پنهنجي اندر هلو.
جڏهن اندر ويندا ته خود ئي ڏسندا ته گروءَ جو اصلي
روپ ڇا آهي ۽ هو ڪيڏي حيثيت جو صاحب آهي. پوءِ
جيڪي گوهالڪي وٺي ليٽن ڪيس سڏيو. اڄ ڪالهه ڪيترن بـ
سنت اها دعوى ڪئي آهي ته هو گرو آهي. سنت
سدائين پاڻکي شيوڪ ۽ داس چوندا آهن. گرو نانڪ ۽
ڪبير صاحب هميشه پاڻکي داس چوايو.

گرو ڪنهنجي به ڪوڙي تعريف نٿو ڪري، جي ولي
لو ته هو گرو ڪين آهي هو مڪتو آهي. گرو دانا ٿئجي
بخشش ڪرڻ اچي ٿو ۽ نه مڪتو ٿئجي، هٿ ڦهلائڻ ٿو
اچي. پورو گرو پکور جو پورهيو ڪري پنهنجو جيون گذاره
ڪندو آهي. هو محنت مزوري ڪري، وڻج واپار يا کيتي ٻاري
ڪندو. پر ٻين جي دان جو سهارو ڪين وٺندو ۽ اڪي ٻين تي
بوجهه ٿئجي رهندو. توهين سنتن جي جيون جو اڀياس پڙهي
ڏسو. ڪبير صاحب جي شش ۾ راجائون ۽ مهاراجائون بـ
هئا، ان هوندي به زندگيءَ ڀر هڪ غريب ڪوريءَ جو ڪم
ڪندو رهيو. سندس گهر ۾ صرف ٻه مٽيون هيون جي سندس
گهر ۾ جيڪي سادو مهاتمائون ايندا هئا انهن کي ڏيندو هئو
۽ پاڻ ۽ سندس پريوار پٽ تي سمهندا هئا. سندس گهر ۾ ڪاڏي
جي هميشه کوٽ رهندي هئي ۽ اهو به سادن کي ڏيئي
ڇڏيندو هو ۽ پاڻ مٽ پر پکڙن تي گذارو ڪندا هئا. ڪبير
صاحب جي جيون جي اها تصوير ڪبير صاحب جي پتني
مائي لوئيءَ جي هڪ گيت مان ملي ٿي.

”روٻداس وڏي ڪمائيءَ وارو سنت هو. هو واٽي ميران

پورو ڪري ٿو، چاهي هن جو شعور پنهنجو فرض ادا ڪري يا
نه، ان ڳالهه جو هو ذرو به خيال نٿو ڪري. اها پرڪرتي
ڏاهن اچي ٿي جڏهن شعور پنهنجي اندر وڃي سنڪورو
جي ڪاري کي ڏسي ٿو. مون اهڙن ڪيترن ستسنگياڻن
ڏٺو آهي جن موت جي ڏينهن پنهنجي ٻارن جو موهه ڇڏي
ڏنو ۽ انهن کي ٿيڻ ڏيڻ کان به انڪار ڪيو. جڏهن
ڪنهن جي سس ستسنگ بابت ڪٿي ڪنهن گود ۾ ڏنو ته اهي هن
ولڻ کان انڪار ڪندي چيو ته مان ٻاڻ هينئر ستگورن جي
گود ۾ آهيان ۽ منهنجو هينئر سنسار ۾ ڪو به موهه ڪونه
رهيو آهي.

ڪلو نڪل ۾ سوهنسنگهه نالي هڪ ستسنگي هو. وڏي
عمر ۾ هن کي ٻار ڄاوا هئا ۽ هن جو ٻارن ۾ اثر ته موهه هوندو
هو جو ستسنگ بابت دوست ڪنهن چيو ته ٻيا هئا ته موت وقت
ستسنگ گردن هنجي اولاد جي ٻالهن ۾ هوندو ۽ پير جمدولن
جي هٿن ۾. پر جڏهن هن جو سنسار مان ڪوچ ڪرڻ جو وقت
آيو ته ڪجهه ڏينهن اڳ کان هن کي اندر ۾ اهڙو ته رس ۽
آنند. اچڻ لڳو جو ٻارن کي ڏيکارڻ لاءِ هن هڪ
لسڪ ڪٿي پاسي ۾ رکي ۽ ڪين ڏيکارڻ جي خيال کان ڇوڙڻ
لڳو ته جيڪو به منهنجي ويجهو ايندو آنڪي ماري
ڇڏيندس! تان سڀني سنساري لڳن لاڳاپن کان نرموهه ٿي
ڇڏائي ۽ هردي جون مڙئي غلاظتون ڪڍي ٿو ڇڏي. شش
جي موت وقت ستگورو هن جو سڀني طرفن کان ڌيان هٽائي
اندر ۾ لڳائي ٿو.

پروفيسر پڇيو ته حضور گوروءَ جو ملڻ ڏاڍو مشڪل
ڪين آهي.

مهاراج جن وراڻيو ته ها، اهو سچ آهي. گورو ڪڏهن

منهنجي ٻالڪ پرورش لاءِ اسين ڪيڏا نه پاپ ڪمايون ٿا، اهو
اسان کي دوکو ٿو ڏئي. جيڪڏهن موت جي سمي ڪير
لجي مدد نٿو ڪري ۽ ڌرمراءِ جي دربار ۾ اسان سان گڏ
هلي نه اهو صرف گورو ئي آهي. موت ڪالهه پوءِ ڪو نه
لجي سهائتا نٿو ڪري سگهي. جيڪڏهن سرشت پاڻ
ري جيو کي ستگورو ملي وڃي ۽ هو ڪانتس نام دان
ي پرم پيار سان ڪمائي ڪندو نه پوءِ ٻيڪ آهي نه موت
، سمي ستگورو اچي پرگهٽ ٿيندو ۽ کيس پاڻ سان وٺي
ندو. اهِي حالت ۾ ان گهڙيءَ جمدوت اچي وٺيو وڃن.
ڪڏهن موت جي اپار ڪشٽ وقت، گورو سهائتا نٿو
ري نه اهڙي گورو ڌارڻ ڪرڻ مان فائدو ڪهڙو؟
ڪليف ۽ پيڙا جي هن نازڪ گهڙيءَ ۾ سهائتا ۽ دلداريءَ
ء لي گوروءَ جي شرن وٺڻي پوندي آهي. جيڪڏهن
وروءَ کان اها مدد نٿي ملي نه اهڙي گوروءَ کي پرنان لي
نام. تنهڪري ڪامل مرشد کي ڳولڻ ۽ ڏانهن ساوڌاني
رلڻ گهرجي. موت جي سمي پراڻن نڪرڻ مهل ڏاڍي پيڙا
محسوس ٿيندي آهي. پر ستسنگيءَ کي موت جي وقت
ڏهن ڪامل مرشد درشن ڏئي ٿو ۽ ان ڏهن هنجي خوشيءَ جي حد
لي نٿي رهي، اهڙي خوشي محسوس ٿو ڪري جو پنهنجي
شاديءَ جي به نه.

الي ٻاڊري پرولمبر جيو ٿا سمجهو نه شيرڪ السدر ۾
گرائي ڪنهن ڪٿي آهي نه پوءِ نه ستگورو هن وقت موت جي
سمي ايندو؟

حضور جن فرمايو، ”ضرور“ جو جو گوروءَ جي معنيٰ
ليڪي آهي دنا مهر. شش کي نام ڏيڻ وقت ستگورو اها
تي ٻائي لي قرار ڪري ٿو. هو پنهنجو واعدو ضرور

پڇندا ته مون گوروءَ جو ذڪر ٻڌران ڪيو، پرماتما جو پوءِ ڇا ٿيو؟ اهو سوال سياڻو آهي. سڀني سنتن مهاتمائن ۽ پيرن پيغمبرن جن پرمارٿ جي کوج ڪئي ۽ جيڪي اندر ويا آهن انهن جو ڪٿن آهي ته پرماتما اسانجي اندر آهي پر گوروءَ جي ڪرپا بنا هن کي ڪير به ڏسي نٿو سگهي. هو سڀ اسانجي انگ سنگ آهي، اسانجي اندر آهي، پر اوهان سڀني کي سڌ آهي ته هنجي اندر موجود هوندي به اسانجي ڪهڙي دردشا آهي. جڏهن گوروءَ سان ميلاپ ٿيو ۽ هن جڳتي ڏني ته پوءِ ئي اسانکي پرماتما جو ساکيات درشن ٿيو. ٻنهي ڪري مهاتما ڪنهنجي ڇٽي؟ سنگت به ڪٿرن ٿي چيو ته بيشڪ، گوروءَ جي.

ان سٽ جو ورلن ڪبير صاحب جن پنهنجي ٿي يڪ سان ڏنو آهي:

"گورو گوبند دوئُ کڙي ڪاکي لاڳن پاءِ،
بلهاري گورو آپڻي جن گوبند ديو دکاءِ."

حقيقت ۾ هن سڌانت کي ڪنهن وڏي تڪ جي ضرورت ڪانهي ڇو جو مالڪ جي اندر هئڻ جي باوجود اسان سڀني ۽ لکن ۾ ڏکا کائي ڪاڏا ۽ بار بار ڪيڙن ماڪوڙن، پسن ۽ پکين جي جونين ۾ ڀٽڪي آياسين. ڪڏهن اسان ڳاهه ٻا وڻ ٿي جنم ورتو ته ڪڏهن ڪيڙي ماڪوڙي، لالڪ ٻا سڀهي جي جون ورتي. ڪنهن به اسانجي مدد لاءِ هٿ ڪين ڊگهيڙيو. پر جڏهن اسانکي ستگورو مليو ته هن اسانکي دوزخ جي آگ کان بچائي ورتو ۽ مالڪ جي محل ۾ وٺي ويو.

موت جي وقت اسانکي ڪير ٿو ساٿ ڏئي؟ ان گهڙيءَ اسانکي پنهنجا رشتيدار، مِتر، ماءُ پيءُ، پائر پيرون، پاڙيسري ۽ پروهت به ڇڏي ٿا ڏين ٻلڪ هي اسانجو سرار

## ٣. ھڪ ستسنگ

حضور مهاراج جن پنجين پاتشاهي سري گورو ارجن ديو جن جو هيٺيون شبد ڪڍي ان جي وياکيا ڪرڻ شروع ڪئي.

"گورو پرميسر پوڄيئي من تن لائي پيار،
ستگورو داتا جيءَ ڪا سڀ سي ديئي آڌار.

ستگورو وچن ڪماوڻي سچا اهو وچار،
بن سادو سنگت رتيا مايا موهه سڀ ڇار.

ميري ساجن هر هر نام سمال،
سادو سنگت من وسي پورن هووي گهال.

گورو سمرٿ اپار گورو وڏ ڀاڳي درسن هوءِ،
گورو اگوچر نرملا گورو جيوڊ اور نه ڪوءِ.

گورو ڪرتا گورو ڪرڻهار گورمک سچي سوءِ،
گور تي ٻاهر ڪڇ نهين گور ڪيتا لوڙين هوءِ.

گورو تيرٿ گورو پارجات گورو منسا پورڻهار،
گورو داتا هر نام ديئي اڌري سڀ سنسار.

گورو سمرٿ نرنڪار گورو اوچا اگم اپار،
گور ڪي مهما اگم هي ڪيا ڪٿي ڪٿنهار.

جيتڙي ڦل من اڇيئي تيتڙي ستگور پاس،
پورب لکي پاوڻي ساچ نام دي راس.

ستگورو سرڻي آئيان باهڙ نهين ٻناس،
هر نانڪ ڪدي نه وسري اهو جيءُ پنڊ تيرا ساس."

حضور مهاراج جن فرمايو ته ڪيترن پريمين اسانکي لکيو آهي - هڪ گورو ڇو فرمايا. شايد انهن سوال

ڪم جو ڪاڏل ٻيڻو ڪونهي.

هوش ۾ اچڻ ڪانپوءِ جڏهن ٻائي شاديءَ کي سڄي گهٽنا جي ڄاڻ پئي ته هو اچي زار زار روئڻ ۾ ڇڏڪيو ۽ چيائين، منهنجا مالڪ! مون جهڙي پاپيءَ جي ڪرمن جو بوجه لوهاڻن جو پنهنجي سر ڇو ڪيو؟ مون جهڙو گندگيءَ جو ڪيڙو اهڙي دنيا مهر جو پاتر بالڪل ڪونه آهي،" پوءِ مون کي چيائين ته منهنجي پياري مالڪ کي لوهاڻن جو ٻڌايو؟ لوهاڻن کي الين ڪرڻ ڪين ڏنو هو. گلاب جهڙي ڪومل منهنجي سڪوروءَ کي ڏور ۽ اهنج رسي تنهن ڪان ته مان پيسجي ويئان اهو لڪ پار اهڙو آهي.

مون چيو، "ٻائي شادي مون کين ڪونه ٻڌايو." هن وري چيو ته مونکي مرڻ ڏنو ها جاڪاڻ ته منهنجي دلدار کي ته ڪا تڪليف ڪانه پهچي ها.

الي حضور جن حڪم ڪيو ته ان ڳالهه جي وڌيڪ اپٽار نه ڪجو.

ٻائي شادي جنم کان مسلمان هو. پر پنهنجي رشتيدارن ۽ ذات ڀائن جي غصي ۽ طعنن جي ڪابه پرواهه نه ڪري هن دلبريءَ سان هڪ هندوءَ کي پنهنجو مرشد ڄاڻڻ ڪم جو سندس رشتيدارن جي اکين ۾ ڪفر جو ڪم هو. ٻائي شاديءَ شادي ڪين ڪئي ۽ پنهنجي سڄي زندگي مرشد جي چاڪريءَ ۾ وقف ڪئي.

اسين چانهه پي رهيا هئاسين ۽ ڳالهيون ٿي ڪيوسين ته هڪ ماڻهوءَ اچي ٻڌايو ته حضور مهاراج جن چيو اڄ شام جو ستسنگ ڪندا. ان وقت پوڻا چار ٿيا هئا ۽ انڪري اسين اٿي نڪتاسين ستسنگ گهر ڏانهن هلڻ لڳاسين. پادرين جي ٽوليءَ ۾ مچي ٿاسائڻ جو ارادو ترڪ ڪري ستسنگ ٻڌڻ جو فيصلو ڪيو.

مان پنهنجي آقا کي پيٽ ڪريان؟ نہ مان هن کي ٽانگ
جو زهر پيئڻ ڪين ڏيندس. مان هن سان سهمت بلڪل ڪونہ
هوس پر هن مونکي اهڙي ڏک ڀرئي لهجي ۾ منت ۽ ليلڙي
ڪئي جو مان هن جي مرضيءَ خلاف ڪجهہ ڪين ڪري
سگهيس. آخري ۾ ٻالي شادي بيهوش ٿي ڪري پيو ۽
شايد مري ويو.

جڏهن اسين ڪاڄي پوري رهڻي وياسين تہ حضور جن
اچانڪ پڇيائون: اسان کي گهبرائڻ ڏسي پنهنجو گهوڙو
ورائي آئي آيا جتي اسين ٻالي شاديءَ جي شرابي کي
گهيري بيٺا هئاسين.

حضور جن کي هيءَ ساري ڳالهہ ٻڌي ڏاڍو
ڏک ٿيو ۽ اسانکي حڪم ڏنائون تہ ٻالي شاديءَ کي گهوڙي
تي چاڙهي سڌي اسپتال ۾ کڻي هلو. پر اهو ممڪن ڪونہ
هو ڇو جو اسان ان جتن جي جهاڳ جي باوجود ٻالي شاديءَ
جو شرابي گهوڙي تي ٽڪي نہ سگهيو. آخري پٽ ۾
هڪ چادر وچائي کيس ان تي لٽايوسين. حضور جن فرمايو
تہ ڏسو ڪٿي لم جو وڻ آهي؟ چوندا آهن تہ لم جا پن
ٽانگ جي زهر لاهڻ لاءِ ڏاڍا ڪارگر ٿيندا آهن. پر ڪٿي
بہ وڻ جو نالو نشان ڪونہ هو. پر هان هڪ لنڍي ٻوٽي کي
ڏسي حضور جن هڪ ماڻهوءَ کي موڪليو تہ ان مان هڪ
ٽاري ڇني کڻي اچ. ٽاري وٺي اها ڳهہ ٿي ڦيرائيندي
حضور جن فرمايو تہ ٻڌو الم تہ هن وڻ ٽاري ڦيرائڻ سان
زهر لهي ويندو آهي. پر اسان سڀني جاتو ٿي تہ زهر لهڻ
ڪٿي ٿي! الڪل ڏهن منٽن ڪانپوءِ ٻالي شادي هوش ۾
آيو پر مان تہ جيڪر الئي چوان تہ هن ۾ وري جان آئي جو
جو هو قرابہ قرابہ مري چڪو هو. هيڏو سارو جسم لڇهن
کان ڇوٽيءَ ٽانگن ڪارو ٿي ويو هو. عام ماڻهو چوندا آهن تہ

ڏيکاري ته مون ڳالهه جو سلسلو جاري رکندي چيو ته سنت
ڪڏهن ڪڏهن انهن قسمن جا چمتڪار به ڏيکاريندا آهن پر بلڪل
خاص موقعن لاءِ ۽ ڪن خاص ڪارڻن ڪري. سائين وقت پوري
ساوڌاني رکي ويندي آهي جيئن اها ڳالهه واشگاف نه ٿئي. مان
توهانکي اهڙي هڪ پنهنجي اکين ڏٺي واردات ٻڌايان ٿو.

هڪ دفعي حضور مهاراج جن پنهنجي سڪندرپور وارن
ٻنين کان سرسي اچي رهيا هئا جتان کين بياس وڃڻ لاءِ ريل
۾ چڙهڻو هو. پاڻ گهوڙي تي سوار هئا ۽ ميان شادي
(حضور جن جو مسلمان شيوڪ) مان ۽ ٻيا ستسنگي پيدل
حضور جن جي پويان پٺيان هلياسين. ان علائقي ۾ تمام
زهريلا نانگ ٿيندا آهن ۽ انهن ڏينهن ۾ ڪي پڪا رستا
ڪونه هئا، انڪري اسين پوکيل ٻنين مان هلي رهيا هئاسين.
ٻالي شاديءَ اوچتو وڏي رڙ ڪئي ته مونکي ڪنهن نانگ
کائي ورتو آهي. نانگ اُتي ئي ويٺو هو ۽ اسان ان کي
ماري ورتو. چوندا آهن ته ڪنهن ڪاري نانگ وانگر مڻيدار
ٿيندو آهي، اُن جو زهر هڪدم چڙهي ويندو آهي. ان علائقي
جي ماڻهن جي هڪ عام ڪهاوت آهي ته ڪنهن پنهنجي ڪکل
کي چوندو آهي، "جنهن پاسي مان ويٺو آهيان انهيءَ پاسي
نه ڪرج، ٻئي پاسي ڪرج."

ٻالي شاديءَ جو رنگ هڪدم بدلجي ويو. هو هلي
نه ٿي سگهيو. حضور جن اسان کان ٿورو اڳيرو هئا ۽ جيئن
مان هنن کي اها واردات ٻڌائڻ لاءِ پٺي ويس ته ٻالي شاديءَ
درد ڀري آواز ۾ التجا ڪئي ته مهرباني ڪري حضور جن
کي نه ٻڌائج.

"ڇو ڪين؟ مونکي ته کين ٻڌائڻ لاءِ کپي."

مون چيو، "تنهن کانسواءِ ان ۾ حرج ئي ڪهڙو آهي؟"
ٻالي شاديءَ چيو ته ڇا صرف اهوئي ندرالو آهي جو

ويٽنگ روم ۾ ڇهون ڪانبندي گذاري رهيو هو ته هڪ
معزز ماڻهوءَ ڪيس ڪلهي تي ٺوڪي هٿي، اچي جاڳايو. هو
چونڊ ڪاميٽيءَ جو ٽيون ميمبر هو.

هن پڇيس، "تون ئي سرشر ڪهڙو آهين؟"

"جي ها،" سرشر وراڻيو.

هن پڇيو، "ڇا تنهنجو پتا ڪهڙو لالا ۾ سيشن جج آهي؟"

سرشر چيو، "جي ها."

تنهن تي هن ٻڌايو ته تنهنجو پتا ۽ مان اڳي هم ڪلاسي
هئاسين. منهنجي ڪيس يادگيري ڏيارج ۽ چئج ته حالانڪ
٢٠ سال گذري ويا آهن جو اسين پاڻ ۾ گڏيا نه ڪونه آهيون
پر منهنجي دل ۾ هن لاءِ اڄ به اهوئي سنمان ۽ سنيهه آهي
جهڙو مونکي سندن لاءِ ڪاليج جي ڏينهن ۾ هو. ڪڏهن
مان ضرور اچي ساڻن گڏبس. تون منهنجو نالو ڄاڻڻ
چاهيندين. هي منهنجو ائڊريس ڪارڊ آهي، (ان تي نالو
لکيل هو راءِ بهادر ....... ڊوگرا، ڊپٽي انسپيڪٽر جنرل
آف پوليس) تون چونڊ ۾ پهريون نمبر آيو آهين. مان هينئر
تي وڃي تو تنهنجي مقرريءَ جو آرڊر ڪڍايان. اسان نوڪري
روهتڪ ۾ رکون ٿا. سٺو ائين ڪندين جو جلدي روهتڪ
وڃي نوڪريءَ تي چڙهه. جو نه ڪڏهن ڪي ڪلاڪ
اڳواٽ نوڪريءَ تي چڙهڻ ڪري ٿو، وڏو فرق پئجي ويندو
آهي. (سچ پڇ اڳتي هلي ائين ٿيو) سڪنڊرن اهو سڀ
انتظام ڪيئن ڪيو؟ ڄاڻ ڪرڻ مان سرشر کي پتو پيو ته
هن پيري بورڊ ۾ مسلمانن کي ڪٽڻ بجاءِ صرف ان مسلمانن
کي مقرر ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ۽ اهي جيڪا ٽين جڳهه هئي
اها گورنر جي سفارشي هندوءَ کي ڏني ويئي.

اميرا ان ساري واقعات ۾ گهري دلچسپي

سمجهيو. هن سمجهيو ته امباليءَ وڃڻ سان وقت، شڪتيءَ
۽ پيسي جو اجايو زيان ٿيندو پر مون کيس مٿر ڏانهن لي
اوڏانهن اماڻيو.

الڪل ١٢٥ اميدوار هئا جنکي ٢٥ - ٢٥ جي ٽولين
۾ ورهائي سمتيءَ اندر گهرايو. منهنجو پٽ پهرين
ٽوليءَ ۾ ويو ۽ قدرت سان پهرين قطار ۾ پهرئين نمبر وٽي
بيٺو. چونڊ سمتيءَ جي پريزيڊنٽ مسٽر هئملٽن هارڊنج هن
جي درخواست پڙهي کيس چيو ته تون ڪاليج ۾ ٽينس ٽيم
جو ڪئپٽن ۽ هاسٽل ۾ پريفيڪٽ (Prefect) رهيو آهين.
پر اهي سڀئي ڳالهيون ٽوڪي هن نوڪريءَ ۾ ڪهڙي
ڪم اينديون؟ اهو سوال اهڙي نفرت ڀرئي ۽ چڙ
ڏياريندڙ نوع ۾ پڇيائين جو منهنجي پٽ کي ڪروڌ
اچي ويو. هنکي سمجهه ۾ نٿي آيو ته اهڙي طعني ڀريل سوال
جو ڪهڙو جواب ڏئي؟ هو رڪو ۽ ناداني‌ءَ ڀريو جواب اچا
ڏيڻ لي هو ته چونڊ ڪاميٽيءَ جي هڪ ٻئي ميمبر چيو
ته اِن مان ته پاڻ ظاهر آهي ته ودياري جيون ۾ نه هنکي
ڪم ڪرڻ جو ڏانءُ هو ۽ اڳوان ٿيڻ جي يوگيتا.

آخري ۾ منهنجي ڇوڪري به هوش سنڀاليو ۽ جواب
ڏنائين ته جناب، اِن مان ظاهر آهي ته مان سنگهرش ڪري
ڄاڻان ۽ آسانيءَ سان هار مڃڻ وارو ڪين آهيان. هڪ وڪيل
۾ انهن انهي گڻن جو هئڻ نهايت لازمي آهي، ”پر ٽوڪي
وڪالت جو ته تمام ٿورو آزمودو آهي،“ پريزيڊنٽ چيو
۽ اِن سان ڳالهه اترو او ختم ٿي. هو ٻاهر نڪتو ۽ گهر وڃڻ
لاءِ پهرين گاڏيءَ کي پڪڙڻ لاءِ اسٽيشن ڏانهن وارو ٿي ٿي
ته هنجي دوست جنهن وٽ رات جو ٽڪيو هو، کيس زوريءَ
رهايو ۽ چيو ته نتيجو ايندي ترسي وڃ. هو اُهي ڏکيون گهڙيون

ٿا ڇا؟

پروفيسر جيو تہ توهين جيترو بہ اڏائي سگهو، اڏايو. مون جيو تہ ڏاڍو چڱو. مان توهانکي هڪ اِي ڳالهہ ٻڌايان ٿو. منهنجو پٽ جيڪو جالندر ۾ وڪالت ڪندو هو، تنهن پنجاب سرڪار کي پوليس پراسيڪيوٽر (سرڪاري وڪيل) جي نوڪريءَ لاءِ درخواست ڪئي. انهن ڪل پنج جايون خالي هيون جن مان ٻہ مسلمانن کي ڏنيون هيون ۽ هڪ ڪنهن سک اميدوار کي. باقي هندو وڪيل لاءِ باقي صرف هڪ جڳهہ رکي هئي ۽ ان هڪڙي جاءِ لاءِ قريب چاليهہ اميدوار هئا. انهن مان هڪ لاءِ تہ پرانت جي گورنر جي سفارش هئي ۽ ٻئي هڪ کي وري هاءِ ڪورٽ جي چيف جسٽس جي پوري پٺڀرائي هئي. انڪري منهنجي پٽ کي اهو وشواس ٿي ويو تہ سندس چونڊجڻ جي تہ ڪا آشا ئي ڪانهي. خاص ڪري انهيءَ ڪارڻ بہ، جو هو ٻن سالن جو نئون وڪيل هو. تنهنڪري هن چونڊ ڪاميٽيءَ جي اڳيان پيش ٿيڻ جو خيال ئي لاهي ڇڏيو. ليڪن انٽرويو اسان آرتوار جو ڏيري آياسين ۽ انڊر ڏينهن چونڊ هئي.

جڏهن اسين حضور جن کان موڪلائي ورياسين تہ سردار ٻڪيت سنگهہ وڪيل، جنهن سان گڏ منهنجو پٽ جالندر ۾ وڪالت ڪندو هو، تنهن مهاراج جن سان چونڊ جو ذڪر ڪيو. منهنجو پٽ حضور جن جي ساڄي پاسي بلڪل ويجهو بيٺو هو. حضور جن پنهنجو ساڄو هٿ هن جي ڪلهي تي رکيو ۽ فرمايو، "ٻچا! انسان جي تدبير کي هلائڻ واري شڪتي انسان کان ڪا اوچي طاقت آهي. وڃي تدبير کي آزماءِ." ٻاهر نڪرڻ سان ئي مون کيس واڌايون ڏنيون ۽ چيو تہ ٻچا تون چونڊجي ويندين. پر ٻار تہ ليکيو ئي ليڪا آهن سو هي حضور جن جو اشارو ڪمن

اهڙيءَ عمر ۾ ڪير ٿو انهن ڳالهين جي پرواهه ڪري! ائين
ڏينهن نه ڏان هوءَ منهنجي ليکڻ ڏاري جي ڪنهن ستسنگي
رشتيدار وٽ هئي. ناشتي ڪانپوءِ هو مونکي چوڻ لڳو ته تون
ڇو لٿو نه وٺين؟ اهڙو سونهري وجهه هٿان ڇو ٿو وڃائين؟
مون من ۾ سوچيو ته ڇسوڻ اهو تماشو ڏسجي! اهڙيءَ ڀاو
سان ٿي مان نه وڃڻ لاءِ ويو هوس ۾ مالڪ جي مرضي ٻسي
الٽ آهي. مان نادان ۽ ناستڪ هوس؛ پيو ڇا نه هوس! پر
ستگورن صرف منهنجي آتما ڏي نهاريو ۽ انکي تارڻ جي
ڪوشش ڪئي. نه منهنجي زندگي پلٽي ڇڏي ۽ سندن
آخرين سپرش نه ڪابه ڪسر ڪانه ڇڏي. جي مان پنهنجي
پين سائين وانگر شروع ۾ ئي پنهنجي اندر شبد ڌن ٻڌان ها
نه پوءِ مان اهڙيءَ انيوڪي هڪ رواجي ۽ سڀاوڪ ڳالهه ڪري
سمجهان ها ۽ گوروءَ جي مهانتا جو مونکي ڪڏهن به احساس
نه ٿئي ها. سندن دنيا درشٽيءَ سان جيڪي ڪجهه ٿيو تنهن
مونکي چڱي طرح ذهن نشين ڪرايو ته منهنجي سمک اها
مهان هستي آهي جيڪا ڏسڻ ۾ هڪ رواجي انسان وانگر
لڳي ٿي پر دل اصل هڪ الوڪڪ شڪتي آهي جا جيو
آتما کي سنساري ڪيچڙ مان ڪڍي انهن عرشي منزلن تي
پهچائي سگهي ٿي جتي مڌر الهد شبد هر وقت پيو گونجي.
اهو پهريون چمتڪار هو جنهن جو مون انڀو ڪيو. ڇا،
اهو اڄ تائين پيرن پيغمبرن ۽ سنتن مهاتمائن جي ڪيل
چمتڪارن کان ڪنهن حالت ۾ گهٽ هو ڇا؟ ان ڪانپوءِ اهڙو
هڪ ڏينهن به ڪين گذريو آهي جڏهن مون اهڙي الوڪڪ
دنيا مهر نه ڏٺي هجي.
مان ڪجهه ڏينهن شانت رهيس ۽ پوءِ پروفيسر کان پڇيم ته
اهڙيءَ وشيه جي باري ۾ اڃا بہ ڪجهه وڌيڪ ٻڌڻ چاهيو

ڇهڻ سان جڏ ته شهد ڌن جو پيدار ڪاڻي پيو. ڍول جي
گهنڊن وانگر صاف ۽ نڪر آواز اچڻ لڳو. مٿين طرف چڪ
لڳڻ لڳي ۽ آتما شرير منجهان سميٽجڻ لڳي. سڌ ئي ڪانهي
ته مان اتي ڪيترو وقت ويٺو هوس. مون لاء اهو عرصو
جڏ ته ڪي مدت هو. پوء مان بامراد ٿي اچي کل ۾ چٽڪيس
۽ اکيون کولي ڇڏيم. حضور مهاراج جن پڇڻ ڪري ڏٺو ۽ مون
کان پڇيائون ته تو ڌن ٻڌي؟ ”حضور ها، توهانجي ديا
مهر سان،“ مون جواب ڏنو. حضور جن فرمايو، ڏاڍو سٺو،
تنهنجا ڪارج راس ٿيا. ان ڪانپوءِ ڪيترن مهينن تائين حضور
مهاراج جن مون سان اندر انگ سنگ هئا ۽ ڏينهن رات اها
گهنٽي جي مڌر ڌن گونجندي رهندي هئي.
مان سمجهان ٿو ته جيڪي ڪجهه ٿيو اهو اڳئي طئه ٿيل
پيو هو ۽ حضور مهاراج جن جي موج مطابق هڪ خاص
مقصد جي پورتي ڪرڻ لاء ئي اهڙو ڪم ٿيو. مان ويهن
سالن جو اڻ نوجوان ۽ تنهن کانسواء ناستڪ وچارن جو ۽
جنهنجو دماغ ودياشي استادن دوارا ڌرم کان پوري طرح
ڀاڄي ئي چڪو هو، ان لاء اهڙي جوت ضروري هئي.
مان ڏيري ۾ نام وٺڻ يا پرماتما جي کوج ڪرڻ لاء ڪونه آيو
هوس. ٽانال جي موڪل هئي ۽ مان پنهنجي ڪاليج جي
ساٿين سان بياس ندي ئي اهڙي جي سير ۽ پڪنڪ (Picnic)
لاء آيو هوس. سير ۽ تفريح کانپوءِ اسان شام جو حضور جن
جو ستسنگ ٻڌي. خيال سان ٻڌو ته ڏسون ته ڇون ٿا چئن.
ستسنگ وقت منهنجو من ٻاهر ڀٽڪندو رهيو ۽ مونکي صرف
اهي ٻه ئي ڳالهيون ياد رهيون ڪ منش ديهه هڪ انمول
موقعو آهي جنهن ۾ پرماتما جي پراپتي ٿي سگهي ٿي ۽ ان پرماتما
کي ٻاهر ڳولڻ بجاء پنهنجي شرير اندر ئي کوج ڪرڻ گهرجي. پر

جنهن وسيلي اسين الڳ الڳ مندرن جو پڻ سمجهي سگهون ۽ اهڙي ريت حضور جن ان انترڪ مبارڪ جون اهڙيون به ڪيتريون هدايتون ڏنيون. اهو سڀ ڪجهه سمجهائي پڇهائي حضور جن اسانکي ان تجربيڪار ستسنگين جي حوالي ڪري پاڻ هليا ويا. هنن ستسنگين کي اسانکي نام ياد ڪرائڻ جو ڪم سونپيو ويو. انهن نامن جو جاپ ڪرڻ، اسانجي ابياس جو ٻهراڙون الڳ آهي. مان پنهنجي ٻن استادن کان ڏکين ڳالهين کي ياد ڪرڻ جو سولو طريقو سکيو هوس. سو پنجن نامن جو ٻهراڙون ٻهراڙون اکر گڏي هڪ نئون لفظ ٺاهيم ۽ انهيءَ ڪري اهي نام ۽ هدايتون پوري طرح ياد ڪرڻ ۾ ڏهن منٽن کان به گهٽ وقت لڳو، جتي منهنجي سائين کي پورو ڪلاڪ لڳي ويو.

ٻين اهو سارو وقت هڪ اڪاگرتا سان پورن نامن جي ياد ڪرڻ ۾ وليت ڪيو پر مان پنهنجيءَ سان ان گهڙيءَ جو انتظار ڪري رهيو هوس ته هو ڪيڏي مهل تا اهو ڪارڻ پورو ڪن. ان ڪالسواء مان اجائي ايمان ۽ غرور جو شڪار ٿي پيس. پنهنجي اڪاري ۽ حافظي جو گهمنڊ منهنجي من ٿي چاڙهجي ويو. نتيجو اهو نڪتو جو ڪلاڪ ڪالهوه جڏهن حضور مهاراج جن پڌاريا ۽ اسانکي پنهنجي آتما کي شبد ڌن سان جوڙڻ جي ڪريا سمجهايائون ته اسين سڀئي پنهنجي اندر ان الاهي مڌر ڌن کي ٻڌو پر مونکي ته ڪجهه به ٻڌڻ ۾ ڪين آيو.

جڏهن حضور مهاراج جن کي اهو ٻڌايو ويو ته هنن مونکي سڏي پنهنجي سامهون مونکي ڏسان ۾ ويهاريو ۽ پوءِ پنهنجي ساڄي هٿ جي آڱر منهنجي مستڪ جي وچ ۾ رکي پڇيائون ته هاڻي توکي ڪجهه به ٻڌڻ ۾ نٿو اچي؟ سڌن آڱر جي

واڌواس ڪاٺيءَ موهن ڪيترا سال جيئرو رهيو، جڏهن انهيءَ
ڪرلڪ جي گورو هرگوبند صاحب کي خبر پيئي تڏهن هن
انکي گهرائي چيو، "هيءَ جا تو ڪرامت ڏيکاري آهي،
انهيءَ جي عوض توکي ٻيا مولڪي چولو چڙهڻو پوندو."
ٻائي اڻسل پنهنجي غلطيءَ جو نتيجو پاڻ ئي هموار ڪيو.
هڪدم ليٽي پيو ۽ دهه ابانهيالين.

پروفيسر لهڻ لي چيو ته هتي ته ماڻهو چون ٿا ته حضور
مهاراج جن گهڻيئي ڪرامتون ڏيکاريون آهن.

"ها"، مون جواب ڏنو، "پر اهي ڪرامتون اُنهي قسم جون
آهن جن جو سبب مهاتمائون خوب اپيوگ ڪندا آهن ۽ جن
جو سڌن سک ۽ شيوڪ پڻ روزمره اپيو ڪندا آهن. هتي
توهين ان ٻابت ڪنهن کان ٻڌي ڏسو. هو توهانکي پنهنجا
ڪيترائي ذاتي انڀو ٻڌائيندا. جيڪڏهن توهانکي ٻڌڻ جو
شوق آهي ته مان ٻه ڪي پنهنجا ذاتي انڀو ٻڌائي سگهان ٿو."

پروفيسر مون لي زور آڻي چيو ته مهرباني ڪري ضرور
ٻڌايو. هي سڀ ڳالهيون ڏاڍيون دلچسپ آهن.

مون وراڻيو ته جيتري قدر منهنجو تعلق آهي، هي
ڪرامتن جي رحمت سڏبو ميهن، جنهن ڏينهن کان ولـي
مولکي نام مليو تڏهڪ انن چئجي ته اڃا پورو نام ۽ نه مليو
هو، ان وقت کان وٺي مون لي لوسندو رهيو آهي. نام ڏان
هي وقت ئي مونکي پنهنجو پورهيون انڀو ٿيو. نام اڪثر ان
حصي ۾ ڏنو ويندو آهي. ٻهرئين حصي ۾ حضور مهاراج جن
لسانکي اندر جي مارگ جون ڪجهه ڳالهيون سمجهايون.
وستي جي خاص خاص منزلن جا نالا، انهن منڊلن جي ڌڻين
جا نالا ٻڌايا. انهن روشنين جو ورڻن ڪيو جي اسالڪي رستي
۾ ڏسڻيون ڪن. ان اتحاد ياد يا تن جي ٻاري ۾ سمجهايو،

جو ٻچڙو وچي رهيو. ڪجهه ڀرائن ستمگين هن جي طرفان حضورجن جي چرلن ۾ واهتي ڪئي ۽ ڪين حضورجن جي اڳيان پيش ڪيو واو.

حضورجن مشڪي ڪيس چيو، "ٻيا هاٿي ڪهڙو حال آهي."

ڀائي وزاري پنهنجا اکيون کن ڀڪڙي چيو، "دين ٻندو! مان سمجهي سگهيس. هاٿي مولڪي معافي ڏاو."

حضورجن چيس ته چڱو وچ، وري اهڙي غلطي نه ڪج.

وارتا کي سماپت ڪندي مون چيو ته ڀائي وزاري کي وري روحاني دولت واپس ملي ٻڙ ٻوءِ هو هميشه خاموش ۽ شانت رهيو ۽ هنکي هينئر چوندا ني آهن، "وزارو-موٺلي."

پروفيسر چيو، "توهان هڪ نهايت دلچسپ ڳالهه ٻڌائي جنهن لاءِ مان توهانجو تهدل شڪر گذار آهيان."

مضمون جو سلسلو جاري رکندي مون چيو ته مان توهانکي هاٿي ٻڌائيندس ته، هڪ مهاتما پنهنجي پٽ، جنهن ڪرامت ڏيکاري، ان سان ڪهڙو ورتاءُ ڪيو. بابا اٽل، ڇهين گورو هر گوبند صاحب جو سپتر هو. جڏهن هو قريب ڏهن سالن جو هو تڏهن هنجو هڪڙو دوست موهن گذاري ويو. اٽل موهن جي گهر ويو ۽ ڏٺائين ته هنجي ماءُ ۽ ٻيا رشتيدار هنجي مرڻ ڪارڻ زار زار روئي رهيا هئا. موهن جي ماءُ اٽل کي پنهنجي ڀاڪر ۾ جهلي چيو ته تنهنجو دوست موهن ته گذاري ويو آهي. تنهن تي اٽل چيو ته گذاري نه ڪونه ويو آهي، صرف مڪر ٿو ڪري، ڇاڪاڻ ته منهنجو ڪلهوڪو راند جو وارو ونس رهيل آهي. سو مان هنجي اِلهيءَ دوکي ۾ نه ايندس. ائين چئي ولي موهن کي ٻانهن کان ڇڪيائين ته موهن اُٿي ويٺو ۽ ڪيس ٻاهر راند لاءِ وٺي ويو. اِلهيءَ

جو ٻيڙو وچي رهيو. ڪجهه ٻراڻن ستسنگين هن جي طرفان
حضورجن جي چرڻن ۾ وينتي ڪئي ۽ ڪين حضورجن جي
اڳيان پيش ڪيو وڃو.

حضورجن منڪي ڪيس چيو، "ٻيا هاڻي ڪهڙو حال
آهي."

ڀائي وزاري پنهنجا ٻئي ڪن پڪڙي چيو، "دين ٻنڌو!
مان سمجهه سگهيس. هاڻي مونکي معافي ڏيو."

حضورجن چيس ته چڱو وڃ، وري اهڙي غلطي نه ڪج.

وارتا کي سماپت ڪندي مون چيو ته ڀائي وزاري کي
وري روحاني دولت واپس ملي ۽ پوءِ هو هميشه خاموش
۽ شانت رهيو ۽ هنکي هينئر چوندا ئي آهن، "وزارو-مؤني."

پروفيسر چيو، "توهان هڪ نهايت دلچسپ ڳالهه ٻڌائي
جنهن لاءِ مان توهانجو تهدل شڪرگذار آهيان."

مضمون جو سلسلو جاري رکندي مون چيو ته مان توهانکي
هاڻي ٻڌائيندس ته هڪ مهاتما پنهنجي پٽ، جنهن ڪرامت
ڏيکاري، ان سان ڪهڙو ورتاءُ ڪيو. بابا اٽل، ڇهين گورو
هرگوبند صاحبن جو سپتر هو. جڏهن هو قريب ڏهن سالن
جو هو تڏهن هنجو هڪڙو دوست موهن گذاري ويو. اٽل
موهن جي گهر ويو ۽ ڏٺائين ته هنجي ماءُ ۽ ٻيا رشتيدار
هنجي مرڻ ڪارڻ زار زار روئي رهيا هئا. موهن جي ماءُ
اٽل کي پنهنجي ڀاڪر ۾ جهلي چيو ته تنهنجو دوست موهن
ته گذاري ويو آهي. تنهن تي اٽل چيو ته گذاري نه ڪونه
ويو آهي، صرف مڪر ٿو ڪري، چاڪاڻ ته منهنجو ڪلهوڪو
راند جو وارو ونس رهيل آهي. سو مان هنجي انهيءَ دوکي
۾ نه ايندس. ائين چئي ولي موهن کي ٻانهن کان ڇڪيائين
ته موهن اٿي بيٺو ۽ ڪيس ٻاهر رانـد لاءِ وٺي ويو. انهيءَ

ڪيس الٽي ٻوڙ لاءِ چيائون ۽ ڪجهه زوردار آواز سان فرمايو
ته مان توهانجي ٻانهه هي ڪهڙيون عجب ۽ غريب ڳالهيون
ٻڌي رهيو آهيان؟

ٻالي وزير ورائيو: "حضور جا توهين ساري رعيا
جا اختيار ڪين آهيو؟ جا توهين سڀني جي جيوت جي
جوڙ ڪين آهيو؟"

حضور جن فرمايو ته اهي روحاني راز کولڻ نه کپن. اوکي
الڪري نقصان سهڻو پوندو.

ٻاليءَ چيو ته حضور مان ته صرف سچ کي ظاهر ڪري
رهيو آهيان.

حضور جن ڪانئس پڇيو ته اوکي اهو ٻڌائڻ لاءِ ڪنهن
چيو آهي؟

ٻالي وزير جواب ڏنو، "حضور! توهان!"

حضور مهاراج جن فرمايو، "چڱو مان اها اجازت موٽائي
ٿو وٺان." اِين چوڻ جي دير هئي، ٻالي وزير خالي رهجي
ويو ۽ هن لاءِ اندر جا دروازا بند ٿي ويا. مالڪ پنهنجي
رحمت ۽ بخشش موٽائي ورتي. ٻڌيءَ ۽ پرم جو سرور
کيس ٿورت ٿي ويو. ٻاڻين ۾ وهڻ هن لاءِ مشڪل ٿيڻي پيو.
نه هن ۾ اهو احساس رهيو ۽ نه اها اُڪير. روحاني دولت
جي وڃڻ ڪري جو صدمو پهچي سگهندو کي رسي ٿو اهو
دنياوي دولت جي وڃڻ کان ڪئين دفعا زياده آهي. ٻالي
اهو برداشت ڪري ڪين سگهيو ۽ اڳيو ڏينهن رات روڄ
راڙو ڪرڻ. حضور جن هن سان ملڻ کان به انڪار ڪري
ڇڏيو. اندر جي درشن بند ٿيڻ سان هنڪي ٻاهرين درشن
کان به محروم رکيو ويو. اها روئنداڙ پورو مهينو هلي.
ٻالي وزير جي لاءِ ۽ يک عالب ٿي وئي ۽ سڪي هڏن

واري ستسنگيءَ سان گڏجاڻي سگهندا؟

مون ڏٺو ته ڪمائيءَ وارا گهڻيئي آهن پر اهڙا ٿورا ئي پالڪي لڳائي رکندا آهن. مان ڏيري ۾ رهندڙ اڀياسين جي باري ۾ سوچي ٿي رهيو هوس ته جنهن ڪمري ۾ اسين ويٺا هئاسين، انهيءَ جي ٻاهران پاڻي وارو اچي لنگهيو. مون هن کي اندر سڏايو ۽ پروفيسر آليءَ هن کي ڪيڪاريو ۽ پنهنجي ڀرسان ويهڻ لاءِ چيو پر پاڻي اڃارو هو. سو هيٺ پٽ تي ويهي رهيو. ڪجهه منٽن لاءِ ٻنهي هڪ ٻئي ڏانهن پئي نهاريو ڇاڪاڻ ته پاڻي وارو ته انگريزي ڄاڻندو ئي ڪونه هو.

ڪجهه وقت ڪانپوءِ پاڻي اسان کان اجازت وٺي هليو ويو. مون پروفيسر کي ٻڌايو ته هي ننڍي هوندي کان ڏيري ۾ رهندو آهي ۽ نهايت غريب ۽ گهٽ ڄاڻيءَ جو آهي. نام ملڻ ڪانپوءِ هن خوب ڪمائي ڪئي ۽ اندر اهڙي ترقي حاصل ڪئي جو هن کي هر هڪ پراڻيءَ ۽ پدارٿ جي اندر گرو نظر اچڻ لڳو. ڪڏهن وڻ کي ڀاڪر پائي چوندو هو، "گورو" "منهنجا پيارا ستگورو" يا ڪنهن ڪتي کي ڪڇ ۾ کڻي چوندو هو، "منهنجو گرو هن ۾ ئي آهي." ڪيترا ڀيرا ڪلاڪن تائين ٻڪريءَ جي مالش ڪندي پيو چوندو هو، "منهنجا ستگورو ڪيئن هن داس سان خوش آهيو!" ڪڏهن وري جڏهن هيڏانهن حضور مهاراج جن لنگهندا هئا اُتان مٽي کڻي مٿي ۽ منهن کي لڳائيندو هو ۽ چوندو هو ته من جي ميل لاهڻ جو اهوئي اڪسير ساڌن آهي. هڪ ڏينهن هو حضور مهاراج جن جي چرنن ۾ جهڪي چوڻ لڳو، "منهنجو گرو پرماتما آهي، سڀ جو اپانٿهار آهي." حضور جن ته هن جي انهن سڀني ڪارگذارين جي باري ۾ ٻڌو هو؛

ٿيندو هو. قدم قدم تي بدنصيبي هنجو پيڇو ڪندي هئي. مون هڪ دفعي ڪيس ۽ سؤ روپيا ڏنا ته ڪر لنڊو وڏو ڏاڍو شروع ڪري. گهر ۾ ڪين پهتو ته ڪر ٽنڊ بڪس ۾ سؤ سؤ وارا نوٽ ڪڍي ورس. وري ٻئي دفعي سندس ڇاڇي کيس هڪ سبڻ جي مشين وٺي ڏني، جيئن سندس زال سلائي ڪري ڪجهه ڪمائي سگهي. هوءَ تمام سٺي سلائي ڄاڻندي هئي. پر جيئن ئي کيس سلائيءَ جي مشين وٺي ڏني وئي ته بيمار ٿي پيئي ۽ دوائن وغيره جي اڻ کي چڪائڻ لاءِ سندس مڙس کي مجبورن مشين وڪڻڻي پيئي.

آهو منهنجو رشتيدار سٺو ايماني هو ۽ اندر ڪالي روحاني ترقي ڪئي هئائين. غريب هوندي ۽ زال ۽ ماڻهن جا طعنا سهندي ۽ هميشه پنهنجي حال ۾ خوش رهندو هو. هڪ رات جو جڏهن هو آيو ۽ ٻڌو هو ته هنکي اندر ڪنهن شڪتيءَ مون جي ٿلهي آڇي، جا ڪمزوريءَ ۽ اڻڀاڻائي ڪارڻ هن قبول ڪئي. هنکي اها سمجهه ڪانه هئي ته اندر جيڪي ملي سو ونڊڻ کپي يا نه. نتيجو اهو ٿيو ته هو وڏو امير ٿيڻ جي پر پر الهيءَ سبب لاءِ کيس پڪڻيءَ ۽ پرڀس جي قيمت چڪائڻي پيئي. الهيءَ ڪالهه هن ڏيري جي ڪڏهن شڪل ڪونه ڏٺي. مولکي جڏهن گڏيو آهي ته چوندو آهي سنگورن جي درشن لاءِ ڪڏهن ايندس، پر هو دليري ڏاڍن ۽ اهڙو قائل آهي جو اجا تائين ته ڏيري اچي ڪين سگهيو آهي. ماڻا ۽ زال انهي جي پڪتي گڏوگڏ لٽي ٿي سگهي. پرماتما جوي ٿو ته جسي مولکي پالڻ چاهين ٿو اسي پوءِ ٻين سڀني جو پيار چڏيو پوندو. جيئن عام ڪهاوت آهي ته هڪ ميان ۾ ٻه تلوارون نه سمائجي سگهنديون آهن.

اُن تي پروفيسر پڇيو ته هتي ڏيري ۾ ڪنهن ڪمائيءَ

ڏيکارڻ سبب صليب لي چاڙهيو ويو؟

مون جواب ڏنو ته مان اهو نه چئي ٿو سگهان پر سنت ايهن رڌين سڌين جي نمائش کي ڪڏهن به همٿائيندا ڪونهن. ايباسي جيترو آهڪ ميدان ۾ وڌيڪ چڙهائي ڪندو وڃيٿو اوترو ئي وڌيڪ هو مالڪ جي موج ۾ راضي رهيٿو. هو ايهن محسوس ڪريٿو ته هن سرشٽيءَ جو چرخو بلڪل صحيح ڍنگ سان اهڙي سچارڻ سچالڪ جي نگرانيءَ ۾ هلي رهيو آهي جو ڪڏهن به غلطي ڪري نٿو سگهي. پوءِ هو هنجي ڪم ۾ فضول ڇو دخل ڏئي؟ مالڪ جيڪي ڪريٿو سو ڀلائيءَ سان ڀريو آهي.

پروفيسر چيو ته ايهن الوڪڪ سڌين ۽ طاقتن کي حاصل ڪرڻ ته هڪ عجيب ۽ انوکي ڳالهه ٿئي!

مون جواب ڏنو ته انسان ۾ ڪيتريون اڪل شڪتيون آهن. جڏهن ايباسي ڪنهن پورڻ ستگوروءَ جي رهنمائي ۽ رهبريءَ ۾ انهڪي جاڳرت ڪري ٿو ته هو قدرت جي سڀني شڪتين کي قابوءَ ۾ رکي سگهي ٿو. حقيقت ته اها آهي ته انسان، پورو انسان بڻجي ئي تڏهن ٿو جڏهن هو اهي طاقتون حاصل ڪري ٿو. اهو هنجو قانوني ۽ موروثي حق آهي ۽ انهن طاقتن حاصل ڪرڻ بغير انسان سچي معنيٰ ۾ ٻاڻ کي انسان چوائڻ جو حقدار ناهي. اهيءَ حالت ۾ هنکي صرف هڪ پسون ئي سڏبو، البت وڪاس ڪيل ٻڌيءَ وارو پسون.

تنهن تي پروفيسر پڇيو ته جيڪڏهن ڪو ماڻهو پنهنجي ڌن دولت وڌائڻ لاءِ انهن طاقتن جو استعمال ڪري ته ان ۾ ڪو هرج آهي ڇا؟

مون چيو ته مان توهانکي پنهنجي هڪ عزيز جو ذاتي اپنو ٻڌايان ٿو. هو تمام سقيم هو ۽ سندس گذر ڏاڍو ڏکيو

حضور مهاراج جن سوامي جي مهاراج جن جي سار بچن جو پنجابي اُلٿو ڪيو ۽ گرو مت سڌانت ٻالي پستڪ ٻن ڀاڱن ۾ خود لکيو ۽ اُهيءَ جا هيٺئين انگريزيءَ (Philosophy of the Masters) ۽ ٻين ٻولين ۾ ڇاپا ڇپجي چڪا آهن.

ڊاڪٽر جانسن ايم-اي، ايم-ڊي، بي-ڊي، هڪڙو امريڪن سرجن ڊيري ۾ ڪافي سال لڳاتار رهيو (١٩٣٢ کان ١٩٣٩) ۽ هن ٻه مشهور پستڪ لکيا، "وِد اَ گريٽ ماسٽر ان انڊيا" (With a great Master in India) ۽ "دي پاٿ آف دي ماسٽرس" (The Path of the Masters) جي هيٺئين وديشي جگياسن لاءِ جڳ ۾ روشن منار جي مثل آهن ۽ انهن جا ورجهڙاليءَ ۾ ڪيترائي سنسڪرڻ ڇپجي چڪا آهن.

ڪرنل سي-ڊبليو سئنڊرس، جو ١٩٣٦ع ۾ هندستان جي وائسراءِ جو ملٽري سيڪريٽري هو ۽ پوءِ امرجنسي ڪميشن جو چيئرمن به ٿي رهيو، انهيءَ هڪ نهايت سندر ۽ وچار ڀرپور پستڪ "دي انر وائس" (The Inner Voice) لکيو آهي جو به ايڪ ڀاشائن ۾ ڪيترائي دفعا ڇپجي چڪو آهي. انگريزيءَ ۾ ٻيا به ڪيترا ڪارائتا پستڪ شايع ٿي چڪا آهن جهڙوڪ "لائيٽ آن سنت مت"، "سائنس آف دي سول"، "اسپرچوئل جيمس"، "منٽزم آر دي سپرچوئل پاٿ" ۽ ڀاڳا، "دي سنتڪ بائيبل" "سنت مت اينڊ دي بائيبل" "سار بچن"، "نيلس آف دي سنتڪ اسمت"، "ڊسڪورسز آن سنت مت"، "ڊوائين لائيٽ"، "ڪيسٽ دار لائيٽ"، "ولڪنگ ود بِلس" وغيره.

حضور مهاراج جن جي خانگي زندگي نهايت سادي هئي.

هن کڏهن هڪ پئسو به سنسکي يا ٻي سنستگيءَ کان پنهنجي ذاتي خرچ لاءِ نه ورتو ۽ هميشه حق حلال جي ڪمائيءَ مان گذارو ڪرڻ جي هدايت ڪندا هئا. حصار ضلعي ۾ سرسي ۾ سان سڪندرپور ڳوٺ ۾ ڪين ڪافي وڏي زمين (Farm) هئي جا هن حياتيءَ ۾ ئي پنهنجي پٽن کي ورهائي ڏني.

سندن مختصر جيون ڪٿي مان پنهنجي دوست پروفيسر جڳموهن‌لعل جي هن ليکه سان سماپت ڪيان ٿو.

”بياس جي ندي ۽ معمولي اسٽيشن کان لڳ ڀڳ ٽي ميل پري، سنساري جهنجهٽن کان دور ايڪانت ۾ پورن مهالما رهندو هو، جنهنکي عام طور ”بياس جو سنت“ ڪري سڏيندا هئا.

هو سياسي يا لهسوي ڪونه هئا. هن ڪڏهن به گيڙوءَ رنگا وستر ڪين پاتا ۽ نڪي هٿن جا شش اهڙي وستر پائين ٿا، سواءِ انهن جي، جي اڳ ئي ڪنهن سياسين جي سمپرداءِ سان واسطو رکندڙ آهن. هو پنهنجي سنگورو، بابا جيمل سنگهه جن وانگر صاف سفيد وستر پهريندا هئا. پوءِ به هو پنهنجي جيون اهڙا نه نروهي ٿي وتيت ڪندا هئا، جو جيڪي اوچا آدرش گرو نانڪ صاحب جن پنهنجي هينئين ٻاڻيءَ ۾ فرمايا آهن، انهيءَ حضور مهاراج جن زنده مثال هئا.

”جئسي جل مهه ڪمل نرالم مرغائي نيسانڻي،
سرت سبد ڀؤ ساگر ترئيي نانڪ نام وکاڻي.“

جهڙي طرح ڪمل پاڻيءَ ۾ رهندي به پسي نٿو ۽ مرغابي پاڻيءَ ۾ ٿي رهندي پر جڏهن به اڏامي ٿي نه خشڪ پرن سان،

حضور مهاراج جن سوامي جي مهاراج جن جي سار بچن جو پنجابي ألٿو ڪيو ۽ گرو مت سدانت ناالي پستڪ جي ٻن ڀاڱن ۾ خود لکيو ۽ انهيءَ جا هيٺئي انگريزيءَ (Philosophy of the Masters) ۽ ڇهن ڀاڱن ۾ ڇپيا ڇپجي چڪا آهن.

ڊاڪٽر جانسن ايم-اي، ايم-ڊي، بي-ڊي، هڪڙو اميريڪن سرجن ڊيري ۾ ڪافي سال لڳاتار رهيو (١٩٣٢ کان ١٩٣٩) ۽ هن ٻه مشهور پستڪ لکيا، "وٿ اَ گريٽ ماسٽر اِن انڊيا" (With a great Master in India) ۽ "د پاٿ آف دي ماسٽرس" (The Path of the Masters) جي هيٺئي ودياشي جگياسن لاءِ جڳ ۾ روشن منار جي مثل آهن ۽ انهن جا ورجهڙائيءَ ۾ ڪيترائي سنسڪرڻ ڇپجي چڪا آهن.

ڪرنل سي-ڊ ايچ سينڊرس، جو ١٩٣٦ع ۾ هندستان جي وائسراءِ جو ملٽري سيڪريٽري هو ۽ پوءِ امرجنسي ڪميشن جو چيئرمين به ٿي رهيو، انهيءَ هڪ نهايت سندر ۽ وچار لاوڪيه پستڪ "دي اِنر وائس" (The Inner Voice) لکيو آهي جو به ايڪ ڀاشائن ۾ ڪيترائي دفعا ڇپجي چڪو آهي. انگريزيءَ ۾ ٻيا به ڪيترا ڪارائتا پستڪ شايع ٿي چڪا آهن جهڙوڪ "لائيٽ آن سنت مت"، "سائنس آف دي سول"، "اسپرچوئل جيمس"، "مسٽرم آر دي سپرچوئل پاٿ" ۽ ٻيا، "دي مسٽڪ بائيبل" "سنت مت اينڊ دي بائيبل" "سار بچن"، "ٽيلس آف دي مسٽڪ ايسٽ"، "ڊسڪورسز آن سنت مت"، "دوائين لائيٽ"، "ڪٽيسٽ فار لائيٽ"، "رنگنگ رڊيئنس" وغيره.

حضور مهاراج جن جي خانگي زندگي نهايت سادي هئي.

ظاهر ڪرڻ کان ڪيٻرائيندا هئا. پر حضور مهاراج جن انهن جي دلين ۾ اهڙي ته همت ۽ مردانگي ڀري جو اڄ هو هن پرم سنت کي ئي ڏڍڪ سوڪار ڪرڻ لڳا آهن ۽ پاڻکي سنت مت جا پوئلڳ چوائڻ ۾ فخر ٿا ولن. اڄ هن مت جا سخت ورودي به مڃين ٿا ته ستسنگي ماس مڇي شراب کان پرهيز ڪن ٿا ۽ نيڪ پاڪ زندگي رکي مالڪ جو ڀڄن بندگي ڪن ٿا.

ڪو وقت هو جڏهن پنجاب ۾ ڪٿهن رادا سوامي مت جو نالو ٻڌي ڪونه سگهندو هو ۽ هاڻي اهو وقت آيو آهي جڏهن ڀارت جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ سوين لک هزارن جي تعداد ۾ ستسنگي ڦهليل آهن. ڪهڙي به ڳوٺ يا قصبي ۾ وڃبو ته توهانکي ڪو نه ڪو ستسنگي ضرور لڌو. بامبي ۾ هن وقت هزارن ۾ ستسنگي آهن ۽ ڪجهه سال اڳ اتي ستسنگ گهر ٺهرايو ويو جو شهر جي خاص سٺن هنڌن ۾ هڪڙو آهي. دهليءَ ۾ هفتيوار ستسنگ ۱۳ هنڌن تي ٿيندو آهي جيڪا ته شهر جو ڦهلاءُ ڪيترن ميلن ۾ آهي.

حضور جن سنت مت جو سنديش نه صرف ڀارت جي ڪنڊ ڪڙڇ تائين پهچايو پر ٻاهرين وديشي ملڪن ۾ به ۽ اڄ انگلينڊ، امريڪا، ڪئناڊا، افريڪا، سئٽزرلينڊ ۽ دنيا جي ٻين ڪيترن ديشن ۾ رادا سوامي ستسنگ جا سٺا مرڪز ٺهي ويا آهن. هر سال سياري ۾ انهن ملڪن مان ستسنگي ڏيري ايندا آهن ۽ ستگورن جي چرڻن ۾ ويهي سنت مت جي سکيائن کي پڙهندا آهن ۽ انجي گهرائي جو چنتن ڪندا آهن. در اصل، ڏيرو هينئر دنيا جو هڪ پرسڌ روحاني مرڪز ٺهي چڪو آهي.

ستسنگ سمنڊ جي ڪناري، ڪانٽي ميدان ۾ ڪوٺو پيو.

حضور جن اتر پرديش جي بلند شهر، خرجا، پسارا، ميرٺ، سهارنپور ۽ ٻين ڪيترن وڏن شهرن ۾ پڻ ويا. سانگلي رياست جي مهاراجا جي وينتي ڪرڻ تي حضور جن سانگليءَ پڻ ويا. رستي ۾ حضور جن لونيءَ ۾ ستسنگ ڪيا. هي شهر مساڻا ۽ پسرالڪ واد جو مرڪز آهي. هتان دوري ۾ حضور جن پوني ۾ جنرل راجواڙي ۽ سندس پتني راڻي لڪشمي ٻائي راجواڙي جي بنگلي ۾ پڻ ستسنگ ڪيا. مرنڊي سرمور بسڪ جرشي، ڪي سي ايس آ، مشهور وڪيل ۽ اُن وقت گورنر جي ايگزيڪيوٽو ڪائونسل جي گرهه ويڀاڳ جي ميمبر، جي عرض ڪرڻ تي امراوتيءَ ۾ پڻ ترسيا. اُنهن سڀني شهرن ۾ حضور جن جي ستسنگن ۾ ايترا ته ماڻهو ايندا هئا جو سڀ هال ۽ شاميانا ڪچا ڪچ ڀرجي ويندا هئا ۽ ڪيترن ئي ماڻهن کي ٻاهر ويهڻو پوندو هو. سانگليءَ جو مهاراجا ستسنگ لاءِ پنهنجو محلات خالي ڪري، پاڻ ۽ سندس راڻي، راجڪمار ۽ راجڪمارين سميت وڃي ٻئين ۾ رهيا. جتي ڪٿي حضور جن جا ستسنگ بلڪل شانتي ۽ ڌيان سان پورا ٿيندا هئا.

حضور جن جي هنن دورن سڄي هندستان جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ سنت مت جو ڦهلاءُ ڪيو ۽ هزارن جي تعداد ۾ ماڻهو سنت مت ڏانهن ڇڪجي آيا. مختلف ڌرمن ۽ جاتين جا ماڻهو، مختلف ويچار ڌارائن رکندڙ پرش، هندو، مسلمان، يهودي، عيسائي، پارسي، جين، بنگالي، مدراسي، گجراتي، مرهٽا ۽ سنڌي سڀئي سنت مت جي زبردست ڪشش محسوس ڪرڻ لڳا. حضور مهاراج جن جو ڏيري ۾ ڪارڻ شروع ڪرڻ کان اڳ اهڙو ته وقت هو جو راڌا سوامي ستسنگي پاڻ کي

۽ انهن مان ڪيترا ئي اهڙا ڳالهه ڪليءَ طرح ڄاڻيندا هئا ته بياس جي سنت هنن ماڻهن جون ماس شراب ورائڻ ۽ اهڙن بري عادتن ڇڏائڻ آهي. هيءَ اهائي ڏڙي آهي جتي اڄ کان قريب ٢٠٠ سال اڳ چوويهن رياستن جي راجپوت راجائن گرو گوبند سنگهه جي سکيا کي اپنائڻ کان انڪار ڪيو هو ۽ هنن جي خلاف وڃي دشمن سان مليا هئا.

پنجاب کان پوءِ حضور مهاراج جن هندستان جي ٻين پرانتن ۾ نام جو پرچار شروع ڪيو. شري ليکرمل ڀاولائيءَ جي وينتي ڪرڻ تي حضور جن سن ١٩٣٠ع ۾ ڪراچي، حيدرآباد سکر ۽ سنڌ جي ٻين به ڪيترن شهرن ۾ ستسنگ ڪيا. ان وقت ديوان صاحب هڪڙو نئين سنڌي ستسنگي هو ۽ ٽيهرائن ۾ ڏينهن ته سندس بنگلي جي باغ ۾ ئي ستسنگ ٿيو. اڳئين اٺين ڏينهن ستسنگ ۾ ماڻهو ايترا ته ٿورا آيا جو ديوان صاحب پڇيو ته اشتهار ڇپائي شهر ۾ ورهائجن جيئن ماڻهن کي حضور جن جي پڌارڻ جو پتو پوي. اهڙي قسم جي پرچار ۽ اشتهارباريءَ کي حضور مهاراج جن پسند نه ڪين ڪندا هئا. هنن فرمايو، ”ديوان صاحب ٿورو ٿورو، ڦرهائجو مفت ۾ ئي ڪافي پرچار ٿي ويندو، ڦورهالڪي لکي اشتهار ورهائڻ جي تڪليف وٺي پوندي ۽ ڪو ڪجهه خرچ ڪرڻو پوندو.“

ٽئين ڏينهن ڪجهه ڪراچيءَ جي جنتا کي خبردار ڪرڻ لاءِ اشتهار ڇپائي ورهايا ته بياس واري سنت کان هوشيار رهجو، جو هو سنتن جي ٻاڻيءَ ۽ سکيا جو غلط ارٿ ٻڌائي ماڻهن کي غلط راهه تي وٺي ٿو وڃي. نتيجو اهو نڪتو جو شام جو ستسنگ ۾ ايترا ته ماڻهو آيا جو اڳئين ڏينهن کان

ڊيرا اسماعيل خان، جهلم، گجرانوالا، وزيرآباد، سيالڪوٽ، جمون، لائلپور، ملتان، مانٽگومري، سرگوڌا، اوڪاڙا، شيخوپورا، امبالا، دهلي، روهتڪ، رُڙڪي، حصار، هوشيارپور، ڪانگڙا، پالمپور، شملا، فيروزپور ۽ انهن شهرن ۾ ستسنگ ڪيا. لاهور، امرتسر ۽ جالنڌر ۾ ته اڪثر هو مهيني ستسنگ ڪرڻ لاءِ ويندا هئا. ڪپورٿلا، ڦگواڙه، ڦلور، سلطانپور لوڌي، پهاوان، بٽالا، ترنتارن، گورداسپور، دسوها، قاضيڪا، جڳاڌري، موگا ۽ ٻين ڪيترن ننڍن وڏن ڳوٺن ۽ شهرن ۾ ستسنگ ڪندا رهيا.

پنجاب جي لڳ ڀڳ سڀني وڏن شهرن ۾ راولپنڊي، ملتان، لاهور، مانٽگومري (جي هينئر سڀ پاڪستان ۾ آهن) امرتسر، جالنڌر، لڌيانا وغيره ۾ وڏي لاڳت سان شاندار ستسنگ گهر ٺهي راس ٿيا. هاڻي ته پنجاب جي انهن ڳوٺن ۽ شهرن ۾ ستسنگ گهر آهن. ايڪ ان ڏورانهين پهاڙي علائقن ۾ به، جتي حضور جن ستسنگ جا خاص مرڪز مقرر ڪيا هئا. پرور (پالمپور پرڳڻو) ڪانگڙي جي دڦ (پاورون بنگالي پرڳڻو) ڀوٽا (اونا پرڳڻو) منڊي (پراڻي مشهور منڊي رياست) ۾ اسان وٽيڪ ستسنگ گهر اڏيل آهن. پنجاب جي مشهور پهاڙ ڊلهائوسيءَ ۾ حضور مهاراج جن ني عاليشان بنگلا خريد ڪيا. انهن ستسنگ گهرن ۾ حضور جن هر سال گهٽ ۾ گهٽ هڪ هفتو ته ضرور ويندا هئا. جتي به حضور جن ويندا هئا ته اوسي پاسي جي بيشمار سنگت پنهنجي سڪرن جي موجا پائيندي اچي اتي ڪٺي ٿيندي هئي. پهاڙي ارڪن لاءِ ته هر سال اهو جڻ ته هڪ وڏي ميلي جو موقعو ٿي پوندو هو. انتري قدر جو گهر ستسنگي به پنهنجو وار وروڪ ۽ دشمني وساري ويندا هئا

اِن ئي سال ۾ ڏاري جو ننڍو سنتسنگ گهر، جنهن ۾
سنتسنگ ٿيندو هو، سو ڏينهون ڏينهن وڌندڙ سنگت لاءِ
ڪافي نه رهيو. پوءِ وڏو سنتسنگ گهر (بابا جيمل سنگهه هال)
جنهن ۾ ڏهه هزار ماڻهن جي ويهڻ جو پربند ٿي سگهيو،
ٺهرايو ويو. پر اهو به سنگت سمائجي نه سگهي. هيٺر
اُن ۾ مهاراج جن اسام دان ڏيندا آهن ۽ ڪڏهن ڪڏهن
مينهن جهڙ ۾ سنتسنگ ٿيندو آهي.

حضور مهاراج جن هڪ موقعي تي فرمايو ته ڪيڏو نه وڏو
سنتسنگ هال ڪٿي ٺهرايو پر آئينده سنتسنگ ته کليءَ ميدان
۾ ئي ڪرڻو پوندو. اهو ئي ڪارڻ ڏاري ۾ يا ٻين هنڌ جتي
ڊوري ۾ سنتسنگ ٿيندا آهن، سي سڀ شاميانا لڳائي کليل
ميدانن ۾ ئي ڪيا ويندا آهن. ڪڏهن ڪڏهن ته اهي شاميانا
سنگت لاءِ ٿورا ٿيندا آهن ۽ ڪجهه سنگت کي اُس ۾ ويهڻو
پوندو آهي. حضور مهاراج جن جي ڊورن کي جي وستار
سان ورلن ڪجي ته ڪئين پستڪ لکجي وڃن. حضور جن
جي ديا مهر جون وارتائون ۽ ڪرامتون، سندن الڪ ڪم
ڪرڻ جي شڪتي، آڌي رات تائين جاڳي سچ جي متلاشين
کي وقت ڏيڻ، دور دور پهاڙي علائقن تائين دورا
ڪري اچي جي غريب لوڪن کي چتائڻ، انهن سڀني جي
باري ۾ اَيڪ ورتانت پڌرا آهن. گورو نانڪ ڪبير ۽ ٻين
پراچين سنتن وانگر حضور جن سڄي ڀارت جو دورو ڪيو. پشاور
کانولي بمبئيءَ تائين ۽ ڪراچيءَ کانولي ڪلڪتي تائين،
اَيڪ نگرن ۽ ڳوٺن ۾ پهچي اچيت ۽ ٻڌڪيل جيون کي
سنت مت جو پيغام ڏئي سندن سڪل دلين کي پرماتما جي
ڀڳتيءَ سان سرسبز ڪيو.

هن پشاور، راولپنڊي، ايبٽ آباد، ڪالاباغ، ڪوهاٽ،

جلدو جتي هن وقت واهن هزارن کان متي ستسنگي آهن
آلي سردار ٻڪتسنگهه کالسواءِ ٻيو ڪو ستسنگي نه ڪوند
هو. ڪتا ڪسرڻ ۽ ستسنگ، جي پراچين هندو ڌرم جا مکيہ
انگ هئا، ليڪن ماڻهن نظر انداز ڪري ڇڏيو هو. ٻين سنتن
وانگر حضور مهاراج جن کي نه ڇڏيي طرفن کان لهندڙ مخالفت
کي منهن ڏيڻو پيو.

هندو ڌرم جي سيني فرقن ۽ سمپردائن هنجو سخت
وروڌ ڪيو. راڌا سوامي مت جي خلاف ڪئين قسمن جا
افواهه ڦهلايا ويا ۽ بدنام ڪرڻ ۾ ڪابه ڪسر ڪانه ڇڏي
وئي. ستسنگين کي "انسان پرست"، "پوست پرستن ۾ وشواس
رکندڙ" ۽ "چوت ڪائيندڙ" وغيره ڪوليندا هئا.

پر ستگورن جو اپديش ڪهڙو هو؟ سيني سنتن، جهڙوڪ
گورو نانڪ، ڪبير صاحب، پلٽو، دادو، تلسي صاحب،
روداس وانگر، حضور جن جي اها ئي سکيا هئي، "پرماتما
۾ سمائجڻ ٻنا ڪنهن نه سچي خوشي ۽ شانتي پراپت نه
ليندي ۽ اهو پرماتما ڪٿي ٻاهر ڪونهي. اسانجو شرار ئي
سچو مندر آهي جنهن ۾ هو رهيٿو. ڪنهن اهڙي واقفڪار
کي ڳوليو جنهن هنڪي ڏٺو آهي ۽ لوهانکي به ڏيکاري
سگهي" انهي ۾ ڀلا ڪهڙي اعتراض جوڳي يا ناراض ٿيڻ
جي ڳالهه هئي؟ ڪرائيسٽ، محمد، زردشت، نانڪ،
ڪبير ۽ ٻين سيني سنتن جو به ته اهو ئي اپديش هو. پر
دنيا جا ماڻهو اڪثر جا ڌتير آهن. هو پهنجي پهنجي ڌرم
جي اصليت کي تستائين ٻڌڻ ۽ سمجهڻ جي ڪوشش نتا
ڪن جيستائين ڪين سندن ڌرم جا پرچارڪ پراڻين رسمن ۽
سڌانتن مطابق نہ سمجهائين. پر تنهن هوندي به حضور مهاراج جن
هنڪي پنهنجو سنديش ڏيڻ ۾ ڪامياب ٿيا.

جو پيدا ٿيو. جڏهن هن پهريان ڏيهي ۾ ستسنگ شروع ڪيو ته ان وقت پنجاب ۾ اٽڪل ٢٠٠٠ ستسنگي هئا ۽ ٻهراڙين ۾ حاضري ۾ ئي سئو هوندي هئي جا پوءِ لک کان ۾ وڌي ويئي.

بابا جيمل سنگهه مهاراج جن ٢٤٠٠ جيون کي نام دان ڏنو ۽ گهڻو ڪري فرمائيندا هئا ته مولڪان پوءِ جيڪو ڪم سپائيندو سو ڏهوڻي شڪتي ۽ ديا مهر جو پرمار ڪٽي ايندو.

جڏهن مهاراج جن پنجاب ۾ پرچار شروع ڪيو ان وقت لوڪن ڏهن گورن ۽ سنت مت جي سکيائن کي ڀلائي ڇڏيو هو. وڏا وڏا ودوان ۽ گورو نانڪ جي امر سکيائن کي لوڪ ۽ وڌالت سان پيت ڪرڻ لڳا. پنجن نامن جو پيد الوپ ٿي ويو هو ۽ ڪنهن کي سرت شبد يوگ يا انهد مارگ جي اوجهه ڪانه هئي. گورن جي اڻمول سکيا ” ان گور مڪت نه پائي ڪوئي“ ڪنهن کي ياد ئي ڪانه هئي پر انهيءَ جو ڪلي طرح کنڊن ڪيو ٿي ويو. اڻ پڙهيل مورتين، ٽيرٿن ۽ ايڪن جڙ پدارٿن جي پوڄا، جنهنجو سنتن هميشهه کنڊن ڪيو آهي، ۾ لڳل هئا ۽ پڙهيل ماڻهو پشچمي سکيا جي زور اثر اچي ناستڪ ٿيندا پيا هئا.

ناستڪپڻي جو زور ايتري قدر هو جو ملڪ ۾ ڪيترن هند ناستڪن پنهنجون سنستائون ٺاهيون هيون. ڌرمي جهيڙا ۽ مذهبي فساد هميشهه ٿيندا رهندا هئا. پرماتما سان ماڻهن جو وشواس نڪري چڪو هو عام لوڪ اڌرم جي وهڪ ۾ وهي رهيا هئا.

مالڪ جي ديا مهر کي جوش ۾ آڻڻ لاءِ شايد انهن ڳالهين جو هئڻ ضرور هو. امرتسر، لاهور، لڌيانا، هوشيارپور، امبالا، دهلي جهڙن شهرن ۾ بي بالڪل ٿورا ستسنگي هئا.

پالنجي لوڪ جو نه حضور اڳ ۾ ئي اڀياس ڪيو هو.

الهيءَ پرمارٿ جي کوج جي دوران ۾ (١٨٩۴) سنڌن مٽر بابو ڪاهن سنگهه کين ٻڌايو ته بابا جيٺمل سنگهه نالي هڪ مهان سنت مريءَ ۾ آيو آهي ۽ وڏاڪ ڇپائين ته توهان ڪيتري وقت کان سچي ۽ اوچي گروءَ جي کوج ۾ آهيو، هاڻي مون سان گڏ هلو ته توهانکي اهڙو گرو ڏيکاريان.

بابا جن جا ٽي چار ستسنگ اِنڌ ۾ سان سنڌن سڀ شڪالون لوڙ لي ويئون ۽ محسوس ڪيائون ته جهڙي گروءَ جي ڳولا ۾ هوس سو مليو آهي. بابا جي مهاراج جن کين دکشا ڏني ۽ سرت شبد يوڳ، جنهنجو ذڪر گرلته صاحب ۽ ٻين سنتن جي باڻيءَ ۾ آيل آهي، جي اڀياس جو طريقو سيکاريو.

ٽام دان ڏاڍ وقت بابا جيٺمل سنگهه مهاراج جن کين چيو ته مان صرف تنهنجي واسطي اٽڪو پيو هان مري ٻاڙ ۾ آيو آهيان. تنهنجي مرلوت امانت پيل هئي جا اڄ مون توکي سولپي آهي.

ان وقت حضور جن جي عمر ٣٦ سال هئي ۽ مريءَ ٻاڙ ۾ ملٽريءَ ۾ انجنير هئا. جلد ئي حضور جن جي نوڪريءَ مان دل کٽي ٿي پيئي ۽ سنساري جيون کان ۾ اداس ٿي پيا. اڪثري ڪئين ڀيرا باباجي مهاراج جن کي عرض ڪيائون ته موڪلي اجازت ڏيو ته نوڪريءَ تان استعيفا ڏئي اچي ڏيري ۾ توهانجي چرن ڪنول ۾ رهان. پر سنڌن اها وينتي بابا جن نه مڃيندا هئا ۽ کين چوندا هئا ته وقت اچڻ تي جڏهن توهين جي ڏيري ڏيري ۾ رهندا.

آخر حضور جن اپريل ١٩١١ع جي ٻهرئين هفتي ۾ رٽائر ڪيو ۽ ٢ اپريل ١٩۴٨ (جڏهن جوتي جوت سمايا) تائين ڏيري ۾ رهيا. الهيءَ عرصي ۾ هن ١٢٦٠٠٠ جيون کي ٽام

جيتوڻيڪ ونس سڀ ڪجهه هو – پئسو، عزت، صحت، عهدو ۽ ٻيا اهڙيڪ سنساري سک پر انهن هوندي به هن هميشه انهيءَ چيز جي ڪمي محسوس ڪئي جا هن کي سچي خوشي ۽ شانتي ڏئي سگهي. سندن آتما کي ان وستو جي کوج هئي جا هن جڳ سنسار ۾ ملي نٿي سگهي ۽ اها هئي پرماتما جي پراپتي. هن جي اها روحاني پياس ڪٿي به اُجهي نه ٿي.

حضور جن ڪيترا سال ڪوهه مريءَ ۾ ايس-ڊي-او ٿي رهيا ۽ اتي ڪيترن سنتن ۽ درمن جي ساڌن سان ملڻ جو کين موقعو مليو. ڪشمير ۾ هندن جو مشهور تيرٿ امرناٿ آهي. جيڪي ساڌو ۽ سنياسي اوڏانهن ويندا هئا تن کي مريءَ مان لنگهڻو پوندو هو. گهڻو ڪري ڪو نه ڪو ساڌو مهاتما حضور جن جي گهر رهيل هوندو هو ۽ سندن مڪان کي ڪوٺيندا ٿي هئا ساڌو مهاتمائن جو ڏيرو.

هڪ ڀڪشو کان ٻڌ مت ۽ جين مت جا گرنٿ پڙهيائون. اهي به سندن آتمڪ پياس کي اُجهائي نه سگهيا چاڪاڻ جو هنن کي نه پرماتما جي ساکيات درشن جي اُڪا هئي ۽ مرڻ کانپوءِ مڪتيءَ جي ڪنهن واعدي ۾ وشواس ڪرڻ هون. جي اهو ڪرتا اسان جو پرم پتا آهي ۽ اسين سندن ٻالڪ آهيون ته پوءِ ڇو جيئري ئي ٻالڪ پتا جي درشن کان محروم رهون؟ هڪڙي پادريءَ جنهن کان بائيبل پڙهيائون، انهيءَ صاف ظاهر ڪيو ته مون کي اهڙي ڪنهن به ساڌن جي خبر ڪانهي پر ٻين متن وارن کين ڀيٽجي ڀيٽجي ڪرڻ ۽ پرچائڻ ۽ اسڪائڻ جي ڪوشش ڪئي. ڪجهه تبيت جا لاما به کين گڏيا پر انهن ٿي اهو نه ٻڌايو جي اوک کان مٿي انهن وٽ ٻي ڪا ساڌنا ڪانه هئي ۽

# حضور مهاراج جن جو مختصر جيون چرتر

حضور مهاراج جن جو جنم تاريخ ٢٧ جولاءِ ١٨٥٨ع گوجرانوالا جي هڪ اوچي خاندان ۾، پنجاب جي جتالا ڳوٺ، ضلع لڌيانا ۾ ٿيو. سندن پتا سردار ڪاهل سنگھ جن ملٽريءَ ۾ صوبيدار ميجر هئا. ان زماني ۾ اهو عهدو وڏي ۾ وڏو ڳڻبو ويندو هو جو ڪنهن هندستانيءَ کي ملي سگهيو ٿي.

بالڪ ڪاڻولي حضور جن نهايت تيز ذهن هئا ۽ سندن پرماتما ڏانهن لاڙو صاف نمودار هو. سندن ڳوٺ ۾ جڏهن ڪو سادو سنت ايندو هو ته پنهنجي ڏاڏي سان گڏ اتي ويندا هئا. ڏهن سالن جي اوستا ۾ هنن گرنٿ صاحب جو پورائن پاٺ پورو ڪيو. بالڪ ۾ ئي هنن گرو نانڪ صاحب جن جو سري جپ صاحب ڪنٺ ڪري ڇڏيو هو. پنهنجي ڏاڏي کان ماڻل سکيا ڪارڻ حضور مهاراج جن پنهنجي عالي چرتر دل جي وشالتا ۽ پوري ڀڳتي ڪارڻ جلد ئي پرسڌ ٿي ويا. هنن انهن ڳڻن سان گڏ قدرت کين سندر ۽ سگهارو شرير ڏنو هو. روڙڪيءَ جي ڪاليج مان ڊگري وٺي هو ايم-اي-ايس ۾ ايس-ڊي-او جي عهدي تي مقرر ٿيا ۽ انهيءَ ملٽريءَ ۾ ٣٨ سال نوڪري ڪرڻ کانپوءِ اپريل ١٩١١ ۾ رٽائر ڪيائون. پر نوڪري پوري ڪرڻ کان ڪجهه سال اڳ ئي وٺو انهيءَ ڪري ڪيائون ته پنهنجي ستگرو جن طرفان سونپيل پرمارٿي ڪارج جي نشچنتيءَ سان سر انجام ڪري سگهن.

ننڍي ڄمار ۾ ئي حضور مهاراج جن ساڌو سنتن جي رهنمائي هيٺ ويدانت ۽ ٻين شاسترن جو ابياس ڪيو.

پيار ڪندا آهن. هڪ ڀيري هڪ ماهر ڏوٽي گراهڪ پنهنجي
تعجب ۽ حيرانيءَ کي ظاهر ڪندي مرڪي چيو، ”مون
راڻين، مهاراڻين، راڻين ۽ راڄڪمارن، وائسرائن، گورنرن،
راجپوتن ۽ ٺاڪرن اڳوڻن جا ڌوتا ڪپڙا آهن پر حضور
مهاراج جن ۾ ڪا اهڙي عجيب مٽيءَ آهي جنهن کي منهنجي
ڪٺيرا ڇهڻ نٿي سگهي ۽ جنهن کي مان بيان ڪري نٿو
سگهان. يورپ ۽ امريڪا ۾ برابر نرمنگ جي باوجود،
مان اهي ڪي ڏوٽي ۾ آڻڻ ۾ اسمرٿ رهيو آهيان. مان
محسوس ڪري ٿو ته اها ڪا جسماني اسٿول سونهن ناهي
پر هڪ آتمڪ يا الوڪڪ سندرتا آهي جنهن کي ڪٺيرا
پڪڙي نٿي سگهي.“

## اهو جهڙو ٻهان تصوير ڪري نٿي سگهي

حضور مهاراج بابا ساون سنگهه جي جن کي عام طور
”بياس جو سنت“ ڪوٺيو ويندو آهي، انهن جي سامهون
ڏنل تصوير مان سندن مهانتا جو پورو اندازو لڳائي ڪونه سگهبو.
در اصل ڪوبه فوٽو، چتر يا تصوير سندن شان شوڪت
۽ آتمڪ تيج سان ڀرپور شخصيت کي ظاهر نٿو ڪري
سگهي. هو سنتن جا سرتاج هئا. ان هردم مشڪندڙ
مکڙي جي ڀرپور ڀري ڪشش، اپار دّيا مهر ۽ الوڪڪ
پيار جو، ڪابه ڪئميرا فوٽو ڪڍي نٿي سگهي. سندن ليجسري
نيترن مان نڪرندڙ نرمل ڌارائن کي ڪير نسو چٽي سگهي؟
ڀلا پرماتما جي صورت ڪاغذ تي ڪڍڻ ٿي آئي سگهندي!

حضور مهاراج جن قريب ٦ فوٽ ڊگها، شرير جا سڏيا ڀر
شاندار هئا ۽ سندن ٻانهون ڪجهه ڊگهيون هيون. ڪٿان به
لنگهندا هئا ته اجنبي ماڻهو، جن ڪين اڳ ڏٺو ئي ڪونه هو،
سي به هنجي پرڀاوشالي سروپ کي ڏسڻ لاءِ بي الحال
بيهي ويندا هئا. سندن ڪشادي پيشاني، مس مرڪندڙ
روش، سهڻي سفيد ڏاڙهي، گلابي چهرو، واڪري ڇاتي
۽ ڪاڻن جو نه ڪجهه ورڻن ٿي نه سگهي ٿو پر اها سخاوت،
اهو پيار ۽ ميٺاج جو هنجي آلي سندر ۽ ليجسري نيترن مان
هڪ انوکت ڌارا مثل وهندو هو، انجو ورڻن ڪير ٿو ڪري
سگهي! سندن مکاربند مان ڪڏهن به ڪٺور شبد ڪين
نڪتو ۽ هو ڪرپا جا ساگر هئا ۽ سندن دّيا جا دروازا گهورو
پاپين لاءِ به کليل رهندا هئا. ننڍو وڏو، استري پرش هرڪو
ائين چوندو هو ته حضور مهاراج جن مونکي سڀ کان وڌيڪ

لکيتون هٿ آيون جي هو پاڻ سان کڻي ويو. اهي سڀ ڪاغذ سندس بستري جي وهاڻي هيٺان پنجن سالن تائين آرام ڪندا رهيا. هڪ دفعي منهنجي جنم لئي سوال صبوح جو انهن ڪاغذن کي هڪ ريشمي رومال ۾ ويڙهي مولوند کڻي آيو ۽ اچي چيائين ته مون لئو لاءِ هڪ امول سوکڙي لڌيجي جنم ڏينهن لي آندي آهي ۽ اها ڄڻ چاهه جي ڪٿلي ۾ ساگر سمايل آهي.

مون جواب ڏنو ته مان چاهه بيان ڪري، مولکي ڪٿلي جي ضرورت ئي ڪهڙي؟ هن چيو ته جي اون اها سوکار ته ڪندين ته مان پاڻ خوش ٿيندس.

الين ڏسڻ ۾ آيو ته هي وار تارن کيس ڏاڍو پسند آيون هيون الکري ته وڏو مولکي صلاح ڏنائين بر مون ئي زور وکيائين ته مان اهي ڪتاب جي روپ ۾ آڻيان. مون انهن وارتائن کي هن روپ ۾ قلمبند ڪري، اهو هٿ لکيل ڪتاب (Manuscript) وري کيس پڙهڻ لاءِ ڏنو.

وري هڪ دفعو انهن ڪاغذن کي سندس امانت طراس ۾ ڏهي عرصي تائين قيد ڀوڳڻو پيو. پر چوڻي چڱي کان قواب ۾ هٿيا آيا، سنه ١٩٥٩ ۾ هن مولکي اهي ڏنا ۽ چيائين ته هيءَ پنهنجي امانت واپس وٺ، تنهنجي ته، هيٺر ته اها منهنجي امانت آهي. انکي پاڻ وٽ ئي ڏاي ته رکج. وري پاڻکي درست ڪندي چيائين ته اها امانت لڪا لنهنجي آهي، لڪا منهنجي. اها امانت ته حضور مهاراج جن جي آهي. جنهنجي امانت آهي انکي ئي سونپي ڏج، وساران متان. ان ڪالهه اسين وري ڪري ڏٺاسين.

هيٺر هي امانت پنهنجي آڻا، موجوده ستگرون جي

حضور جن جا وچن :-

1- سنت مت
2- سنت مت ۽ موجوده ڌرمن جي وچ فرق
3- پورن گروءَ جي ضرورت
4- ايشور کي "محدود" نٿي سگهبو
5- انحد شبد
6- نرڪ ۽ وڪالت
7- ڇهه چڪر
8- گيتا ۽ اپنشد
9- ڪرامتون
10- اڀياسين جي لاءِ صحيح نوجن
11- نيڪ ڳالهه
12- مٺ ڌاٻه جو مقصد
13- سنت مت جي سر اشٽتا
14- سچو عيسائي ڌرم وغيره

وري وچار ڪرڻ سان مان انهيءَ نتيجي تي پهتس ته انهيءَ ريتا جي ڳالهائڻ وارن جي خوبصورتي ۽ اهميت نه رهندي. انهيءَ ڪري سڀني وچنن کي هڪ ٻئي پويان انهن درج ڪيم جيئن حضور مهاراج جن جگياسن سان وقت بوقت ملاقات ڪندي فرمايا هئا.

انهن وارتائن جون پوريون تاريخون ته ياد ڪرڻ ۾ منهنجي خيال ۾ آخران لون کي ڇڏي باقي سڀ 10-12 سالن تائين منهنجي ڪيس ۾ پيا رهيا. حضور مهاراج جن جي چولي ڇڏڻ کان قريب سال کن پوءِ منهنجي مٽر پروفيسر جڳموهنلال منهنجي ڪتابن جي الماڙي ڏٺي ۽ انکي هي

لئي آيا. انهن کي مس سان لکڻ ۽ سلسليوار لاهڻ ۾ مولکي انڪل ان مهنن کان وڌيڪ وقت لڳي ويو. ٻيو اهي موون ڪتابن جي الماڙيءَ ۾ هڪ پاسي ڪڍي رکيا ۽ اهي ائين پيا ئي رهيا جيسين ٻروفيسر ڄگموهنلعل اچي اهي کنيا.

سردار بهادر مهاراج جن جو مولکي هي ڪم سوڻپڻ جو جيڪو مقصد هو سو پورو ٿيو. مهنجو ڪم ۽ شوق ڪنهن حد تائين گهڻجي ويو هو. هو مولکي وقت بوقت سمجهائيندا رهندا هئا ته حضور مهاراج جن جي چولي ڇڏڻ کري مهنجو من لورلي رهيو ۽ شوق ڪرڻ، ذڪاري لئو ته موون سمجهو ئي ڪولهي اسو حضور مهاراج جن حيثيت ۾ ڪير هئا ۽ "گرو" شبد جو اصلي ارٿ ڪهڙو آهي. هنن مون کان پڇيو ته حضور مهاراج جن کي توهان صرف ذاتي سمجهو آهيو جنهنجي وجهه ڪري توهين انترو ووٺو رڙو ٿا! ياد رکو ته ستگرو ڪڏهن به مري ڪونه ٿو، هو هميشه توهان سان گڏ آهي ۽ توهان جي اندر آهي. ذرا ٻردو هٽايو ۽ هن جو درشن ڪريو. جيتري اڪير ۽ الڪنا توهانکي هن کي ڏسڻ جي آهي ان کان ڪيئن ٻيرا وڌيڪ انتظار سان هو توهانجي راهه نهاري رهيو آهي.

شروع ۾ هن ڪتاب جي باري ۾ اها رٿا هئي ته حضور مهاراج جن جيڪي ڪجهه الڳ الڳ وشين تي فرمايو هو، انهن وشين موجب هن پستڪ کي بابن ۾ ورهائجي. انهن لاءِ اورا هيئيان سوا چوڻيا ويا ۽ مختلف موقعن تي جيڪي ڪجهه هڪ وشيه تي فرمايو هئائون سو هڪ ئي هنڌ لاهي لکيو ويو.

سردار بهادر جن ۽ مان، پراڻا متر هئاسين. شروع شروع ۾ اسين اڳي هڪ ئي ڪمري ۾ رهندا هئاسين. هنجو مون سان وڏو ڏاڍو سٺو پيار هوندو هو. هن کي اهو ستسنگن مان خبر پئي هئي ته حضور جن جي جواني جوش سان ڀرپور ڪري مهنجي دل کي ڪيڏو نه گهرو صدمو پهتو هو، سو مونکي پنهنجي ڪمري ۾ وٺي ويا ۽ پورو ڪلاڪ مونکي ڌارج ۽ دلداري ڏيندا رهيا. آخر فرمايائون ته اوهين حضور جن جي وچن ۽ ستسنگن جا نوٽ لکندا هئا، انهنکي ترتيب وار لاهي ڇو ڪين ٿا انهنکي ڪتاب جي صورت ڏيو؟ ائين ڪرڻ سان هڪ ته توهانجو ڌيان ان دک ۽ شوڪ کان هٽندو، ٻيو ستسنگن ۽ پرمارٿ جي شائقن لاءِ اها وڏي شيءِ ٿيندي.

مون چيو ته حضور! توهانکي خبر آهي ته اهي ساڌارڻ نوٽ پنسل سان ڪڏهن نه اخبار جي ڪاغذن تي لکندو هوس، ڪڏهن نه جيڪو ڪتاب مهنجي هٿ ۾ هوندو هو ان جي اڳيان يا پوئين پني تي لکندو هوس. ڪڏهن ڪڏهن حضور جن جي مکاربند مان اڪثر سندر وچن يا مثال ڪن خطن تي به لکي ڇڏيندو هوس. اهي ڪڏهن به ڇپائڻ جي ارادي سان ڪونه لکيا هئم ۽ اهي هڪ هنڌ گڏ ڪٺا ڪري رکيا اٿم. انڪري چئي نٿو سگهان ته لڀندا يا نه، پر جي ڪٿي لڌا ته انهن مختصر نوٽن مان ڪجهه تيار به ڪري سگهندس يا نه.

سردار بهادر مهاراج جن زور ڏيئي فرمايو ته حضور مهاراج جن جو هر هڪ وچن املهه ۽ ناياب آهي، توهين اهي ضرور ڳوليو.

مون ڪجهه پراڻا پنا مٽيءَ سان ڀريل ڳوليا ته ڪي پنا جن تي اهي نوٽ لکيل هئا پر انهن مان ڪيترا ته پڙهڻ ۾ نٿي

محسوس ڪندا هئاسون اهو غائب هو. ان پيار ۽ آنند بجاءِ منهنجي ليکڻ مان لير جاري هو. جن هنڌن تان منهنجو مالڪ، منهنجو پيارو ستگورو لنگهندو هو اهي سڀ ۽ ويران پئي ڀاسيا. مون هڪ شيوادار کان سردار بهادر مهاراج جن بابت پڇيو جنهنکي حضور مهاراج جن پنهنجو جاءِ نشين مقرر ڪري ويا هئا. شيوادار ٻڌايو ته سردار بهادر مهاراج جن آفيس ۾ ڪن ماڻهن کي ملاقات (Interview) پيا ڏين. دفتر ۾ پهچڻ سان اسان ڏٺو ته سردار بهادر مهاراج جن بدران حضور مهاراج جن دفتر جي ورانڊي ۾ آرام ڪرسيءَ تي براجمان هئا، ايڪ اهڙي طرح جيئن هميشه رهندا هئا. الي اڪيلا ويٺا هئا. اسين پنهنجي ڳوڙهن کي روڪي ڪين سگهياسين ۽ سندن طرف وڌي ڊوڙياسين. هن اُٿي مونکي پنهنجي ڏيا مهر جو هٿ رکيو ۽ ڏاڍي پيار سان ان مونکي هر ۽ مٺي آواز ۾ منهنجي ڇڪيلائيءَ بابت پڇڻ لڳا. مان زار زار روئڻ لڳس، پاڻ به منٽ ٻن لاءِ شانت رهيا. الڪالبوم سندن ڪرسيءَ سامهون بيل صندل تي رهڻ جو اشارو ڪيائون، جتي مان هميشه سندن پادڪاريءَ ۾ رهندو هوس. منهنجي پتي ته هندي چرنن ۾ جهڪي ۽ صندل جي هڪ پاسي ويهي رهي. هن فرمايو، ”جج صاحب، اوهين هيترا ڏينهن نه آيا ٿي ڪري، ڪٿي اڪا رهيا؟“ مون سندن جواب ڏيڻ لاءِ جيئن ٿي منهن مٿي ڪيو ته مون ڏٺو ته سندن اهو سروپ مٽجي سردار بهادر مهاراج جن جو ٿي ويو هو. منهنجي ليکڻ مان اچا به لير جاري هو. سردار بهادر مهاراج جن اهو ڏسي فرمايو، ”جج صاحب اوهين خوشنصيب آهيو. اوهين نه ڳوڙها نه ڳاڙي سگهو ٿا پر مرلڪي نه اها به اجازت ڪالهي.“

راءِ صاحب منشيرام، راءِ بهادر مداالعل، پنڊت لالچند ۽ ٻيا براهمڻ ستسنگي گڏ ٿيا هئا.

ماهواري ستسنگين ۽ تهوارن لئي سنگت اترو ته وڌي وئي جو جولاءِ ١٩٢٦ ۾ حضور مهاراج جن مٿي ذڪر ڪيل براهمڻ ۽ مولکي ٻنهجي بيٺڪ ۾ سڏايو ته هنڌي سنگت جي رهڻ ڪارڻ وغيره جي انتظام ۽ ڏک پال لاءِ شيوادارن کي ٻنهجي ٻنهجي شيوا ورهائي ڏني. سردار بهادر جگتسنگهه جن کي لنگر جو انتظام سپرد ڪيو ويو جتي هرڪو ٻنا پيسي کائي سگهندو هو. ڏيتي هر ٿارڻ جن کي لڪڙه ۽ جنرل انتظام، پروفيسر جگموهن لعل کي ۽ ڏنهي جگياسن سان لکڙه ۽ سردار ٻگتسنگهه کي قاعدي قانون جو ڪم سونپيو ويو. جڏهن مهنجو وارو آيو ته حضور مهاراج جن ٻنهجي ڏيا مهر جو هٿ مهنجي مٿي تي رکيو جو مان حضور جن جي چرڻن جي ويجهو پٽ تي ويٺو هوس ۽ فرمايائون ته هنکي مولوت تي چڙهايو، هي هتي تي ڪم ڪندو. انهيءَ ڏينهن کانپوءِ سيٺي مولکي حضور جن جو خاص شيوادار سمجهڻ لڳا.

انهيءَ ڏينهن جڏهن حضور مهاراج جن ڏاڍي جو چڪر هڻي لنگر جي دروازي تي پهتا ته مولکي چيائون ته ڪري مان ڪڙي جو بندوبست ڪئي اچ. اهو چمڙي هدران اچي ڪنهن جو ليل هو ۽ ان جو لرو لٿهي سٺيءَ جو هو. حضور جن لنگر ۾ وجڻ وقت اهو ئي بوٽ پائيندا هئا. مان اهو بوٽ کڻي آيس ۽ پاڻ لاءِ سندن چرڻن اڳيان رکيم. آها! انهن چرڻ ڪملن جي الوکي سونيا! ڪير جو اهو ورڻن ڪري!! پوءِ مولکي چيائون ته چمڙي وارو بندوبست ڪري ۾ رکي اچ. مون حڪم جي پيروي ڪئي. مولکي جيڪڏهن ٿيهي ارڪن جي ڪٺي بادشاهي ملي ها ته به جيڪر مان اترو

چيو تہ ھي پاس نہ ضرور ٿيندو. تون ھنجي پيءُ کي چئج
تہ الھيءَ ڳالھ جو ڏکر نہ ڪري ؟ مون جوڪري کي پڙھڻ
لاءِ ھدايت ڪئي آھي.

مون الھيءَ ھنان پنھنجي پتا کي شڪر ادا ڪيو ۽ جو ليڪچرر
موڪلير نہ لوھاڻي چئي ۽ موڪلڻ ڪري پاڻ حضور مھاراج جن
موتکي پاس اينا حي خاطري ڏني آھي. الوسيءَ ڪري
امتحان کان اڳ ۾ ھڪ مھينو جيڪا تياريءَ لاءِ موڪل ملي
سا مون ڏاڍي ۾ اچي مھاراج جن جي چرنن ۾ گذاري.
بيشڪ مون پڙھيو خوب پر صرف سنسڪرت ساھتيہ!
الھيءَ عرصي ۾ حضور مھاراج جن مون سان ھڪ اڌ ڪرڻ
ڳالھايو، صرف ھڪ ۾ ڏسو پنھنجي نورالي نيڻن سان مون
ڏي نھار پائون. الھيءَ درشنيءَ ۾ ھڪ عرشي مشڪ سمائل
ھئي جنھن منھنجي آتما ڏي سدا سدا لاءِ باغ بھار ڪري ڇڏيو.

جڏھن امتحان جو نتيجو ظاھر ٿيو تہ خود پرنسپال ؟
پروفيسر ٽراس ئي پيا. ڇاڪاڻ ؟ ان سال رزلٽ تمام خراب
آئي ھئي. صرف ۲۷ سيڪڙو شاگرد ئي پاس ٿيا ھئا. الھن
ڏيھن ۾ مان ڏاڍي ۾ ھوس موتکي پتا رتان تار آئي تہ
تون امتحان ۾ تمام سٺين مارڪن کڻي پاس ٿيو آھين.
انہي سال مون ايل-ايل-بي پاس ڪئي.

مون ۱ آڪٽوبر ۱۹۱۲ کان جلندر ۾ وڪالت شروع ڪئي
۽ جولاءِ ۱۹۲۰ ۾ ڪپور ٿلا رياست جي سول سروس ۾ گھڙيس
پر مان ھر ھفتي ڏاڍي ويندو رھيس. ڏاڍو منھنجي زندگيءَ
جو انگ ٿيڻ چڪو ھو. جڏھن ھفتيوار ستسنگ، اي اي
ھفتي ٿيڻ لڳو ؟ پوءِ اھو باقاعداري ڪيو ويو تڏھن بہ مان
پنھنجون سڀ رزون موڪلون ڏاڍي ۾ ئي گذاريندو ھوس.
اھڙن موقعن تي سردار بھادر جڳت سنگھ، سردار ڀڳت سنگھ،

ملڻ کان اڳ مون حضور مهاراج جن جو ڪڏهن به درشن ڪونه
ڪيو هو. ان کان اڳ مون کي سنتن جي مهما جي ڪا به سمجهه
ڪانه هئي. مون کي ڪڏهن اهو سپني ۾ به ڪونه هو ته
پرماتما هن مات لوڪ ۾ سنت ستگورن جو روپ ڌاري
ايندو آهي. پر جڏهن مون ٻڌو ته حضور مهاراج جن ٩ اپريل
١٩١١ کان اچي ڏيري ۾ رهڻ لڳا آهن، مان پاڻ کي بياس
وڃڻ کان روڪي ڪين سگهيس. جڏهن به مان ڏيري
هوندو هوس ته حضور مهاراج جن جي پٺيان هلندو هوس.
هڪ ازغيبي شڪتي مون کي هميشه هنجي ويجهو وٺي
ويندي هئي ۽ من ۾ هڪ عجيب چاهنا رهندي هئي ته
سندن سندر مکڙو ڏسندو ئي رهجي جنهن کي اڇي دستار ۽
سفيد ڏاڙهيءَ هڪ الوکي زينت ٿي بخشي.

ڇنڇر آرتوار ۽ وساکيءَ جي موکل گڏي هر سال چار
پنج ڏينهن لڳاتار بياس ويندو هوس ۽ انهيءَ کانپوءِ هر
هفتي ڇنڇر آرتوار لاءِ پيو هفتي جا ڏينهن ڳڻيندو هوس
ڇاڪاڻ ته حضور جن جي حاضريءَ ۾ مون کي هڪ لا بيان
آنند ملندو هو.

جڏهن منهنجي پتا کي انهيءَ ڳالهه جي خبر پيئي ته هو
نهايت ناراض ٿيو ڇاڪاڻ ته هنجي پرمارٿ ۾ ڪا به رچي
ڪانه هئي. هن کي ڪنهن ٻڌايو ته مان بياس وڃي هر هفتي
۾ ٻه ڏينهن وڃائيندو آهيان. هن ڪنهن خاص ماڻهوءَ
هٿان حضور مهاراج جن وٽ شڪايت موڪلي. قسمت سان
جڏهن اهو ماڻهو چٺي کڻي آيو ته مان به اتي ويٺو هوس.
هنجي شڪايت هئي ته منهنجي ڪن ۾ امتحان ٿيڻا آهن ۽ جي
ڇوڪرو پڙهائيءَ ڏانهن ڌيان نه ڏيندو ته اهڙو ڏکيو امتحان
ڪيئن پاس ڪندو؟ حضور مهاراج جن انهيءَ ماڻهوءَ کي

# پوءِڪا

هي ڪتاب ڪيئن آرليپ لپو لکهڻ ٿاري ۽ ۽ اڪر عرض ڪنڌو. هو ديش، ڌرم ۽ قوم جا ماڻهو حضور مهاراج بابا ساون سنگهه جن وٽ ايندا هئا. انهن مان ڪي ڏ صرف ڏسڻ جي شوق سان ايندا هئا، ڪي سندن اپديش ٻڌڻ لاءِ ايندا هئا ۽ ڪي نام جي دکشا وٺڻ لاءِ. هن پستڪ ۾ جيڪي وارتالاپ ڏنل آهن سي حضور مهاراج جن وقت بوقت ڏيري ۾ ايندڙ جگياسن ۽ روحانيت جي کوجنن جي پڇيل سوالن جي جواب ۾ فرمايا هئا.

هي بي بها مختصر ليک (Notes) مولسڪي ڪيئن حاصل ليا؟ حضور مهاراج جن مولسڪي ۳۰ ڊسمبر سن ۱۹۱۰ تي نام بخشيو، جڏهن سندس عمر ۲۰ ورهيه هئي ۽ هو لاهور جي لا ڪالج ۾ پهرين سال پڙهندو هو. ان وقت حضور مهاراج جن ايم-اي-ايس ۾ ايس-ڊي-او هئا ۽ ٿاڻو ڪري تاريخ ۹ اپريل ۱۹۱۱ تي دائمي طور اچي ڏيري ۾ رهيا. اهڙي ريت رٿابو ليڪ کان ٿورا ئي مهنا اڳ هن مولسڪي پهنجي چرڻن جي شرڻ بخشي.

حضور مهاراج جن ٻورن مئي ۱۹۱۱ کان ڏيري ۾ هر آرتوار تي ليم سان ستسنگ ڏيڻ شروع ڪيو. مان هر ڇنڇر وار جي شام جو لاهور مان بياس ويندو هوس ۽ آچر شام يا سومر صبح جو لاهور موٽي ايندو هوس. مطلب ڪجهه جيو مون "مان" اکر ڪتب آندو آهي جو غلط آهي، جاڪاڻ ته اهو ڪر مان ڪرڻ هوس جو بياس ويندو هوس ۾ مولسڪي ڪا طالب زبردستيءَ ڪهڙي الي ولي ويندي هئي. لام

اهڙا شبد يا الاهي ڪمن کي ٻڪڙي ٿي جنهن سان سنڪور و
ٿام دان ڏيڻ وقت اسانجي آتما کي جوڙي ٿو. اهو اهڙا
شبد آتما کي اٿين مسئلن مان پار ڪري پهچڻ لاءِ ڏام
پهچائي ٿو. ڏام آهي اهي سچا جنهڪي زندگيءَ ۾ پورن
سنڪورو ملي ٿو.

جوزف اسمٿ

معرفت ۹۱۱۵، روڊ نمبر ۸۵
وود هيون، نيويارڪ (امريڪا)

وٺي ٿو اهو سچو گرو ڪوٺي. نام دان جي ابلاشيءَ کي
ماس ۽ شراب کان پرهيز ڪرڻي آهي ۽ نيڪ پاڪ جيون
گهارڻي آهي. من کي ايڪاگر ڪري، آتما کي ان دروازي
(شو نيتر) تي، جنهن جي بابت ۾ حضرت عيسيٰ فرمايو
آهي، ”کڙڪائيندين ته کلندو“ پهچڻ لاءِ، ساڌنا جي
سڄي جڳتي نام دان ڏيڻ وقت سمجهائي ويندي آهي.

سنت مت جي ابياس جو طريقو انتهائي سولو ۽ سرل آهي.
ان ۾ هٺ ڪرم يا تن کي ڪشٽ ڏيڻ جي ڪا ضرورت ڪانه
ٿي پوي ۽ نڪو ڪنهن قسم جو ڪشٽ سرير کي ڏيڻو نه
پوي. ٻار ڇا ٻڍو آسانيءَ سان شبد يا نام جي ڪمائي
ڪري سگهي ٿو.

جاگرت اوستا ۾ من ۽ آتما جي بيٺڪ اکين پٺيان جي وچ
۾ رهي ٿي ٻاڪ الين چوڙ وڏيڪ درست ليندو ته اهو اصلي
مرڪز آهي جنهن کان ڏيهه اندر ڪن الڳ آهي. انهيءَ
مرڪز تان من ۽ آتما هيٺ لهي شرير جي نون دوارن
(ٻه اکيون، ٻه ڪن، ٻه ناسڪائون، هڪ وات ۽ ٻه هيٺيان سوراخ)
ذريعي سڄي سنسار ۾ ڦهلجن ٿا ۽ انهيءَ ڪري مرڪز تان سڀني
قسمن جا خيال اٿن ٿا.

سنتن جي پوران سکيا اها آهي ته پنهنجي پکيڙ من
کي واپس ان مرڪز تي ايڪاگر ڪريو. اهو تڏهن ممڪن
ٿيندو، جڏهن پنهنجي توجه کي ان مرڪز تي رکي گروءَ
کان مليل پنجن پوتر نالن جو سمرن ڪبو. سمرن ڪاپوءَ آهي
ڏيان. سمرن ذريعي اسانجي خيال جون ڌارائون جيڪي
هن دنيا ۾ ۽ اسانجي سرير ۾ ڦهليل آهن، سميٽجي شو نيتر
۾ ڪٺيون ٿين ٿيون ۽ ڌيان ذريعي اهو خيال اتي ٽڪي ٿو
۽ ٻاهر ڀٽڪڻ کان روڪجي ٿو. پوءِ ئي اسانجي آتما ان

دنيا جي ڌرم پستڪن ۾ ان سائنس جو ذڪر ڪيو ويو
آهي ۽ هر جڳهه جا سنت مهاتما، پورڻ گرو ۽ پيغمبر
ان سائنس جا ڄاڻو هئا ۽ ان ڳالهه کي سکيا ڏيندا هئا.

صدين کان اسين پڙهندا آيا آهيون ته انساني شرير ئي
پرماتما جو سچو مندر آهي پر الهيه مندر ۾ داخل ٿيڻ جو
پند صرف ڪو اوچي رسائيءَ وارو مهاتما يا پورڻ گرو
ئي ڏيکاري سگهندو. گروءَ کان چاٻي وٺي الهيه مندر جو
دروازو کولي اندر داخل ٿيڻو آهي. دنيا جا سڀ جيو دائمي
خوشيءَ جي تلاش ۾ آهن پر اڄ انسان سنساري وستن مان
ڪٿهن ڪي ۾ اها ڳالهه ملي آهي. پورڻ شانتي ۽ آنند
ڪيول تڏهن ملي سگهندو جڏهن مڪتيءَ جي دروازي
کي پار ڪري پرماتما سان ملي پنهنجي نج گهر پهچبو جتي
امر زندگي ۽ اٽل شانتي آهي.

هيءَ آتمڪ سائنس آهي جنهن ۾ رسمن ۽ اند وشواس
کي ڪوبه استان ڪونهي. هي ته آتمڪ انڀو ۽ پرماتما جي
ڌام ۾ پهچڻ جو اڻ ۽ اڻ گس اپاءُ آهي. ڪوبه جگياسو پاڻ
ئي اها خاطري ڪري سگهي ٿو ته سڀني پراڻن ڌرمن جي
مول سڌانتن ۾ ۽ پورڻ مهاتمائن جي سکيائن ۾ ڪوبه فرق
ڪونهي. جگياسوءَ کي پنهنجي ڌرم جي اصلي ۽ مول سڌانتن ۾
جيڪا ڪجهه ڪمي محسوس ٿئي ٿي ته هيءَ آتمڪ سائنس
انجو پورالو ڪري ٿي. سنت مت اسان کان ڪو پنهنجو ڌرم
يا مذهب ڪرڻ لاءِ ڇڏائي، پر ان کي وڌيڪ روشني وجهي
الهيه جي اصليت سمجهائي ٿو.

پورڻ گرو پنهنجي ذاتي خرچ لاءِ شيوڪ جي ڪوڏي
۾ قبول ڪونه ڪري، ۽ شيوڪ کي نام دان جي عوض ڪابه
دڪشنا يا پيسا ڏيڻي ڪانه ٿي پوي. جيڪو گرو پنهنجا

اسان جي آتما سنڌ جي سمنڊ جو قطرو آهي، انهيءَ
پرڪاشمان سورج جي هڪ ڪرڻ آهي پر من ۽ مايا جو سنگ
ڪري اهڙي نه گندي ٿي پئي آهي جو پنهنجي روحاني
اصليت جي سڌ بڌ ڀلائي ويٺي آهي. رچنا جي آد کان
اسانجون آتمائون ڪل مالڪ کان وڇڙي هن سنسار جي
مهاساگر ۾ ٻڏڪي رهيون آهن. اسٿول، سوڪم ۽ ڪارڻ
سريرن جي پردن، آتما جي اصلي پرڪاش کي ڍڪي
ڇڏيو آهي. ستگورو اسانکي سيکاريندو ته اهي پردا ڪيئن
لاهجن. جڏهن آتما انهن کان آزاد ٿئي ٿي تڏهن
پنهنجي اصلي ٻهڪندڙ روپ ۾ ظاهر ٿئي ٿي ۽
پنهنجي روحاني پدار ۾ سماڌي وڃي ٿي. اها ساڌنا صرف
منش ديهه ۾ ٿي سگهي ٿي. اهي سچ پچ وڏڀاڳي آهن
جي هن امله انساني ديهه جو قدر ڪن ٿا ۽ جنهن اعلي مقصد
لاءِ انسان جو چولو مليو آهي انکي حاصل ڪرڻ لاءِ ڀرپور
ڪوشش ڪن ٿا.

سنتن جي سکيا يا سنت مت جو پرچار يورپ ۽ امريڪا
۾ مشرقي ديشن جي مقابلي ۾ ٿورو آهي، جتي سنت مت
صدين کان وٺي هلندو آيو آهي. انهن ملڪن ۾ ان ڳالهه
گيان سمايل آهي جنهنکي اڪثر ڪري سنت مت يا سنتن جو
مارگ چئجي ٿو. مغربي ديشن ۾ اڄڪلهه اهڙن جگياسن جو
تعداد وڌندو وڃي ٿو، جن کي هن سائنس دوارا
منش جنم جو صحيح مقصد سمجهڻ ۽ آتم گيان حاصل ڪرڻ
۾ سهائتا ملي آهي. سنت مت ڪو ڌرم، مت يا
فرقو ڪونهي. هي نه هڪ وگيانڪ طريقو آهي
جنهن وسيلي اسين هن منش چولي ۾ ٿي پنهنجي اندر
وڃي برهمانڊ جي رچنا جو اڀياس ڪري سگهون ٿا. ساري

ڪنهن نہ وقت انهن کان خالي ڪانہ رهي آهي. هو سنسار
۾ اهڙن جيون جي سهائتا ۽ رهبريءَ لاءِ هميشه موجود رهن
ٿا، جيڪي پنهنجي نج نام ۾ واپس وڃڻ جو شوق رکن ٿا.
اهڙا سنت اسانکي ڪڏهن بہ دنيا کي ڇڏڻ يا مذهب
مٽائڻ جي ڪانہ هدايت ڪندا ڪن ۽ چاهين ٿا تہ اسين
سنسار ۾ رهي پنهنجي پتني، ٻارن ۽ رشتيدارن جي مناسب
سيوا ڪيون پر ان سان گڏوگڏ پرماتما جي ڀڳتيءَ کي بہ نہ
وساريون. اها سڌي سادي عقل جي ڳالهہ آهي تہ جهڙي
طرح ڪنهن ڪلا يا وگيان جي سکڻ لاءِ استاد جي ضرورت
آهي اهڙي طرح روحانيت جي گهرائن سان ڀرپور وگيان لاءِ
بہ ڪنهن قابل استاد جي ضرورت آهي. هن باريڪ واهہ
کي بنا رهبر جي طئہ ڪرڻ نهايت مشڪل آهي ۽ رهبر بہ
پورو سنت ستگرو هئڻ کپي جو اسانکي انهيءَ اوچي ۾
اوچيءَ روحاني منزل سچي پهچائي جا جنم مرڻ، پرلئہ
مها پرلئہ جي دائري کان مٿي آهي. ماضيءَ جا سنت مهاتما
جيڪي گذر لوڪ ڇڏي چڪا آهن سي اسانجي مڪتيءَ جي
واهہ ۾ مدد نٿا ڪري سگهن، جهڙيءَ طرح گذريل وقت جو
ڪو ماستر يا پروفيسر هن وقت ڪنهن بہ شاگرد کي پڙهائي
نٿو سگهي.
آناد ڪال کان سڀني پورن مهاتمائن جو آتما کي پرماتما
سان ملائڻ جو طريقو ۽ سادن ساڳيو رهيو آهي ۽ ساڳيو ئي
رهندو. اهو آهي سرت شبد يوگ يا انهد شبد جي ڪمائي.
اهڙا سنت پنهنجي شش جي آتمائن کي انهيءَ مڌر ۽ الاهي
سنگيت سان جوڙيندا آهن جو رات ڏينهن انسان جي شرير
۾ گونجي رهيو آهي. اهو شبد سچکنڊ مان نڪري ٿو ۽ انهيءَ
کي پڪڙڻ سان سادڪ بہ ڏيري سچکنڊ پهچيو وڃي.

آهن. اهي انساني زندگيءَ جا چار ڏهاڙا آهن جن ۾ ان مالڪ
جي ڪرج ڪري سگهجي ٿي. ان ڪرج ڪرڻ لاءِ اسانکي ٻاهر
ڀٽڪڻ ڪونهي. اها ٻرهوڪ شالا آهي اسانجو هي شرير جنهن
۾ اها ڪرج ڪرڻي آهي. پرماتما کي پنهنجي اندر ڳولڻو
آهي. اسانجي اندر ئي پرماتما جي بادشاهت آهي. اسانجو
شرير ئي مندر آهي جتي پرماتما جو نواس آهي ۽ جتي ئي
هنکي ڳولڻ کپي.

پرماتما جي ديش ۾ داخل ٿيڻ لاءِ اسانکي ڪنهن رهنما
جي ضرورت آهي. ڪنهن جاڻو ۽ تجربيڪار سڪانيءَ جي مدد
بنا اسين روحانيت جا اوڪا ۽ اٿاهه سمنڊ ڪيئن جهاڳي
سگهنداسين؟ جيڪڏهن اسانجي ڪشتيءَ جو ڪشتيبان سمنڊ
۽ انجي خطرناڪ طوفانن جو پوريءَ طرح واقف آهي ته اسين
لاشڪ صحيح سلامت پار پهچي وينداسين. پر افسوس، اسانجي
حالت ڪهڙي آهي! اسانجي بيڙي زبون، جنهن جو لنگر
ملاح، انڪو نگهبان. سڙهه ۽ سڪان بنا، اها زندگيءَ جي
طوفاني ڀوساگر ۾ لڏندي لمندي رهيتي ۽ هرالن ۽ لهرن
جا جهڪوڙا پيئي کائي. اهڙي جهرمل ۽ هيڻي حالت ۾
اسانجي ڪشتي شانتيءَ ۽ سلامت پرٿي بندر ڏانهن ڪيئن
وک وڌائي سگهندي؟

هر هڪ انسان پنهنجي زندگيءَ جي ڪشتيءَ کي اڄ ۽
پاپ روپي سامان سان پوري رکيو آهي ۽ سنسار جو ڀوساگر
۾ اهڙو خطرناڪ ۽ وشال آهي جنهنکي پار ڪندي ڪروڙين
ٻڏي ويا. صرف اهي بچي نڪتا هنکي الهيءَ طوفاني
ساگر ۾ ڪو جهاز نظر آيو جنهن جي اهڙي ڪپتان هنن کي
سڌن ٻڌندڙ ٻڏن مان ڪڍي پنهنجي جهاز تي چاڙهيو ۽
شرن ڏني. سنت ئي اهڙا ملاح يا ڪپتان آهن ۽ هيءَ دنيا

آهي. پهرين پالڪن جي چئن لاءِ هن پستڪ ۾ ڪافي
ڪجهه لکيو ويو آهي ڇاڪاڻ ته هي ڪتاب خاص طور انهن
لاءِ ئي لکيو ويو آهي. انڪري ايڪ هتي حضور مهاراج
جن جا اهي وارتالاپ درج ڪيا آهن جن ۾ سوروپ بيا
امريڪا واسي جگياسين پهرو ورلو آهي بيا اهي ڳالهيون
جي پڇمي لوڪن لاءِ ڪنهن نه ڪنهن نموني دلچسپ ٿي
سگهن ٿيون.

هن وارتالاپ جو اهو ئي مضمون آهي جيڪو هر ديش ۽
هر جڳهه جي سچي سنتن جو هوندو آهي. اهو مضمون ڪڏهن
۾ بدلجندو ڪونهي ڇاڪاڻ ته پرماتما ساڳيو آهي، انسان
ساڳيو آهي، سنت به ساڳيا آهن ۽ جڏهن سندن اپديش جو
مقصد به ساڳيو ئي آهي ته پوءِ اهو مضمون ڪيئن نه
بدلجي سگهي؟

سنت پرماتما جا پيارا پتر آهن جن کي مالڪ مهر جو
دوت بڻائي هن سنسار ۾ موڪلي ٿو، انهيءَ لاءِ ته هتي
جي مهاڏکي جيون کي پهچائي انهيءَ نج ڌام ۾ وٺي وڃن
جتي آنند، مکتي ۽ شانتي آهي. هو هن دنيا ۾ ڪا قوم،
مذهب يا ڌرم برپا ڪرڻ لاءِ ڪونه ٿا اچن ۽ اڪو انسانڪي
رتين ۽ رسمن ۾ الجهائڻ اچن ٿا. هنن جو اپديش اهو آهي
ته انسان جي زندگيءَ جو اصلي مقصد آهي پرماتما جي کوج
۽ اها صرف منش جنم ۾ ئي ٿي سگهي ٿي.

هن پرٿويءَ تي جيڪي چوراسي لک جونيون رهن
ٿيون ان مان صرف انسان کي ئي پرماتما کي پائڻ جي
شڪتي ۽ يوگيتا مليل آهي. پکي، پسون، وڻ ٽڻ بيا ٻيون
هيٺيون جونيون کي پرماتما کي پائڻ جو گيان ڪرڻ تو ئي سگهي
پاڪ ديوي ديوتائون يا فرشتا به اهڙي رحمت کان محروم

ديوان دوالي لعل ڪمرو حضور مهاراج جن جا هي الوڪا وچن انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري انهيءَ ڪتاب جي صورت ۾ شايع ڪرڻ سان سنسڪين ۽ پرمارٿي جگياسن، خاص ڪري ودياشي سنسڪين جي، صحيح روپ ۾ شيوا ڪئي آهي. ان اُپڪار لاءِ اسين سڀ سندس شڪر گذار آهيون.

ليکڪ بي-اي-ايل-ايل-بي آهي ۽ هن ڪتاب جي لکڻ لاءِ هر طرح قابل ۽ لائق آهي. هي سندن ترجمو بلڪل صحيح ۽ تحسين جوڳو آهي. جڏهن ٻاڻ جيجي هتا نه ڪين هر ڳالهه کي انصاف ۽ سچائيءَ جي پهلوءَ کان ڏسڻ جي عادت پئجي وئي ۽ انهيءَ عادت ئي هن ڪتاب کي بلڪل شڌ ۽ ڀروسي جوڳو بنايو آهي.

هڪ ٻئي متر، پروفيسر جگموهنلعل هن ڪار نه ڪي "گيانگهر ۾ ساگر" سڏيو آهي. هيءَ پستڪ اڌياتمڪ گيان جو هڪ طرح جو وشو ڪوش (Encyclopedia) آهي جنهن ۾ هڪ پرم سنت جا امرتي وچن ۽ وشواس جوڳا راڳا انهن سڀني مسئلن ۽ سوالن جي باري ۾ ڏنل آهن جيڪي عام طور پرمارٿ جي جگياسن جي من ۾ پيدا ٿيندا رهندا آهن. حضور مهاراج جن الما، پرماتما ۽ مايا وغيره جي باري ۾ سڀني پيچيدن سوالن کي، جي پڙهيل لکيل ۽ ٻڌيمان ماڻهن جي دل ۾ اٿندا آهن، نهايت سنڌر ۽ سولي نموني سان حل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. جيڪي دقتون ۽ رڪاوٽون لوڪ ابياس ۾ اٿنديون آهن، انهيءَ دور ڪرڻ جا ڪارگر اُپاءَ چڱي طرح کولي سمجهايا ويا آهن.

لوڪ، ويدانت ۽ بائيبل جي روحاني وارن ۽ سڀ کان وڏڪ سرت شبد جي لوڪ ئي ڪاڻي روشني وڌي وائي

# مهاڳ

مهنجا سرڀاڳ ڀاڳ آهن جو مان هندستان (راڌا سوامي ستسنگ بياس) ۾ ڏاهه ڏاوي ستگوروءَ جي سمپرڪ ۾ آيس ۽ مونکي سندن چرنن ۾ وهڻ جو شرف حاصل ٿيو. اِهو ئي مقصد ڪٺي مان ١٩٥٥ کان اڄ تائين ٽي ڀيرا راڌا سوامي ڪالوني بياس، پوسٽ ڏيرا بابا جيمل سنگهه ۾ آيو آهيان. هن ڪالونيءَ متعلق مان ٻيا هڪ جي چئي سگهان ٿو ته هيءَ پوري شانتيءَ ۽ امن جو آرام گاهه آهي جتي هرڪو جگياسو پورن گوروءَ جي رهنمائيءَ ۽ رهبريءَ هيٺ اصول روحاني ترقيءَ جو لاڀ وٺي سگهي ٿو.

جڏهن مان هتي پهرين ڀيري آيو هوس اُن ڏهن کي مهنجي مترڪا جج صاحب ديوان دريائي لعل سان ٿي وئي. هن صاحب حضور مهاراج بابا ساون سنگهه جن جا وچن ۽ سندن ٻين سان ڳل وارتالاپ قلمبند ڪري انهيءَ جو ترجمو ڪيو آهي. حضور مهاراج جن انهن پرم سنتن مان هڪ جي وقت اوقات هن سنسار ۾ لوڪن جي ڪلياڻ لاءِ ايندا آهن. ديوان دريائي لعل کي اٽڪل ٥٠ سال اڳ حضور مهاراج جن ١٩١٠ ۾ نام جي بخشش ڪئي هئي ۽ کيس ٣٨ سال هنجي پوڙن چرنن ۾ رهڻ جو سڀاڳ ۽ آنند پراپت ٿيو آهي. اهو سمو هن سنت مت جي اصولن جو صحيح ۽ پورو گيان حاصل ڪرڻ ۽ ابياس ذريعي اندر انڀو حاصل ڪرڻ ۾ ونيت ڪيو آهي. ڪين حضور مهاراج جن جي جاءِ نشين سردار بهادر جگت سنگهه جي مهاراج جن جي سيوا ڪرڻ جو پڻ موقعو مليو ۽ هن وقت موجوده ستگورو حضور چرنسنگهه مهاراج جن جي پرسنل سيڪريٽري جي حيثيت ۾ سيوا ڪري رهيا آهن.

مولانا روم، شمس تبريز، سوامي جي مهاراج، بابا جئمل سنگهه جن ۽ ٻين سنتن جو اهو ئي مبارڪ وهنوار آهي. سنتن جي ان مهان پرمپرا ۾ بياس ۾ حضور مهاراج ساون سنگهه جن ٿيا جن ۴۵ سال تائين ستسنگ ۽ نام دان دواران لکن جيون جي رهنمائي ۽ اڌار ڪيو ۽ انهن وانگر ئي تيجسوي ۽ روحاني شڪتيا سان ڀرپور مهاراج چرن سنگهه جن اڄ سڄي سنگت جي رهبري ڪري رهيا آهن.

پستڪ جي ليکڪ شري دريائي لعل ڪپور کي لڳ ڀڳ ۳۸ سال حضور مهاراج ساون سنگهه جن جي پوتر چرنن ۾ وهڻ ۽ سندن پوتر اپديش ٻڌڻ جو سوڀاڳيه پراپت ٿيو آهي. اهو ۳۸ سالن جو عرصو هُن سندن سمت جي بياس ۽ حضور مهاراج جن جي سيوا ۾ ويتيت ڪيو آهي. الڳ الڳ ستسنگن ۾ وارتالاپن جي دوران ۾ هن جيڪي نوٽس Notes ورتا انهن جي آڌار تي هيءَ "ساگر ۾ گهاگهر"، اوهان اڳيان موجود آهي.

هي سنڌي انوواد اجمير نواسي شري منگهارام ديال ڪيو آهي. اسين ان پريم ڀريءَ سيوا لاءِ سندس ٿورائتا آهيون.

انگريزيءَ ۾ "ڪال آف دي گريٽ ماسٽر" ڏابو اوڪ پڙهي لاڀ ليو آهي. آشا آهي ته ان جو هي سنڌي انوواد پڻ پرمارٿ جي پريمين لاءِ ڪارگر ۽ لاڀدائڪ ثابت ٿيندو.

ايس - ايل - سونڌي
سيڪريٽري
راڌا سوامي ستسنگ، بياس

ڊيرا بابا جئمل سنگهه
اپريل ۱۹۷۸

## ڇپائيندڙ جي طرفان

"سنت سماگم" شري دريائي لعل جي مشهور انگريزي
ڪتاب "Call of the Great Master" جو هي سنڌي ترجمو
آهي. هن ۾ پرم سنت حضور مهاراج بابا ساون سنگهه جن جي
الهن وارتالاپن ۽ اپديشن جو سنڌرو ورنن ڪيل آهي جيڪي
حضور جن مختلف جگياسن ۽ پرمارٿ جي ڳالهين جي
سوالن جي جواب ۾ فرمايا هئا. هن ۾ منش جنم جو اصلي
مقصد، پرماتما ۽ ان سان ميلاپ ڪرڻ جا سادن، لوڪ ۽
پرلوڪ وغيره جهڙن ڳوڙهن مسئلن تي سرل ۽ صاف سمجهاڻي
ڏنل آهي.

هن دنيا ۾ سنت ڪو نئون ڌرم يا مذهب جاري ڪرڻ
لاءِ ڪونه ٿا اچن. هو ٻاهر مکي ڪريائن، ڪرم ڪانڊ جي
بندشن ۽ شريعت جي پابندين ۾ اڙجهيل جيون کي پرماتما
جي پراپتيءَ جو مارگ ڏيکارڻ لاءِ اچن ٿا. اسانجي آتما
اُن پرماتما روپي ساگر جي هڪ ٻوند آهي، جا پنهنجي
اصل کان وڇڙي، هتي من ۽ مايا ۾ ڦاسي بلڪل گندي
ٿيجي پيئي آهي. هيڪيٰ سچي شانتي ۽ سچو سک واپس
وڃي پنهنجي مول (اصل) ۾ سمجهائڻ سان ئي ملي سگهي ٿو.

پرماتما اسانجي اندر آهي، ڪٿي به ٻاهر ڪونهي. ٻاهر
نه ڪڏهن ڪنهنکي مليو آهي نه ملي سگهندو. سارو سنسار
ٻاهر ۽ بون دوارن ۾ انکي ڳولي رهيو آهي. اندر وڃڻ
جو ڀيد، ڏسوان گليءَ جي ڪنجي، سنتن جي هٿ ۾ آهي.
سنتن کان اهو ڀيد وٺي پرمارٿ جا سچا کوجي، ان حقيقت
جي سچائيءَ جو خود پنهنجي جيئري اڻيو ڪري سگهن ٿا.

اناد ڪال کان سنتن جو اهو مارگ هلندو آيو آهي.
ڪبير صاحب، گرو نانڪ، تلسي صاحب، پلٽو، دادو،

# فهرست

# ارپڻ پتر

پرم سنت حضور مهاراج
بابا ساونسنگهه جن
جي پوتر يادگيريءَ ۾
گهڻي سڪ شردا ۽ نمرتا سان
ارپڻ ڪريان ٿو.
جنهجو پوتر ۽ مهان ڪاريه
حضور مهاراج چرنسنگهه جن
ڪري رهيا آهن.

"برگ سبز است تحفهء درويش."

هي مالڪ! هن ڀڪاريءَ وٽ
هڪ سائي پن کانسواءِ توهانکي ڀيٽ
ڪرڻ لاءِ ٻيو ڪجهه به ڪونهي.

دريائي لعل

# سنت ساگر

ليکڪ
دريائي لال ڪپور

راڌا سوامي ستسنگ، بياس
ضلع امرتسر (پنجاب)

ڪري . الله ڪي لباڳ ؟ جلدي ماءي وٽ اچي سهڻ
جي دل کي خوش ڪر."

شري رامداس جيءَ جو آواز ٻڌائي تي مٿي ٻالڪ
امر سنگھ جهٽ اکيون کوليون . سنتي جڏي جلدي
الي والجي رهيو . پيرن ۾ جير پهل ڪاندو ڪاندو
'ماما! ماما!' ڪندو دوڙندو آيو ؛ اچي رامداس جيءَ
جي چرڻن ۾ پرڻام ڪيائين . ماتا ميٺادي لوڪر
لوڪرڻالون ان عجيب نظاري کي ڏسي دلگير رهجي
وٺا . اهڙيءَ طرح رامداس جيءَ مٿي پاڻيجي کي هيڏو
ڪري چڏايو .

سڪنا پٽ کي ڏسي تمام گهڻو خوش ٿي . پاڻ کي
ڪ ڏانهن ارلي ڪيائين . اهڙيءَ طرح سڪنا پاڻ کي
واڏانهن ڏانهن گهر ۾ وٺي آئي . سڀ پوڪرڻ ڳڙءَ ۾
ماڻهو رهو .

اهڙيءَ طرح شري رامداس جيءَ ليتلدي جي شادي
آنند ۽ ڌوم ڌام سان ٿي وئي . سڀني کي هيءَ
ڏسي ڏاڍو آنند آيو . وڏن جوڙي کي آشيرواد
ملڪل ڪاماڻون ڪيون . جن رامداس جيءَ ۾
وقت ليتلدي ڪسي اشت وڪاري سوچي
جي ٻڌيءَ تي ترس ٿي ڪاڏو سي ۽ اچ
ڏسي والڙا ٿي ويا من ئي من رامداس جيءَ
ڪرڻ لڳا ؛ سعدوڻا لڳا ۽ رامداس جي ڪر